# چونڊ

(چونڊن بابت جاڳرتا جون ڪھاڻيون)

## سيد عرفان علي شاھ

حاجي وڏل شاھ فائونڊيشن



ڪتاب جو نالو: چونڊ
(چونڊ بابت جاڳرتا جون ڪھاڻيون)
ليکڪ: سيد عرفان علي شاھ
پھريون ڇاپو: 2013ع
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي
ڇپائيندڙ: حاجي وڏل شاھ فائونڊيشن

ملڻ جا هنڌ

ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گھر بئراج روڊ، سکر - ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- شاھ لطيف بوڪ شاپ، پٽ شاھ- عثمانيہ لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، قاسميہ لائبريري ڪنڊيارو - نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گھر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- رحيم ڪتاب گھر مهراڻ چوڪ بدين -جنيد بوڪ اسٽور ۽ رشيد بوڪ اسٽور نئون چوڪ دادو-حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس - سعيد بوڪ اسٽور، گل ڪتاب گھر لکي در شڪارپور- المهراڻ ڪتاب گھر، زاهد بوڪ ڊپو سانگھڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڌڪوٽ- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشھروفيروز- ڪنول ڪتاب گھر، مورو- حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاھ- ٿر ڪتاب گھر، عمر ڪوٽ- ديدار بوڪ ڊپو ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبہ يوسفيہ، ميرپورخاص. فون 3319565_0300، عطار ڪتاب گھر، بدين، جنيد بوڪ اسٽور، دادو مهراڻ ڪتاب گھر، عمر ڪوٽ، حافظ ڪتاب گھر، ڪپرو سنڌ ڪتاب گھر، مورو

رابطي لاءِ
E_mail:shahpoto@hotmail.com

# انتساب

هي ڪتاب مان پنهنجي امڙ جي نالي ڪريان ٿو. اڄ مان جيڪو به آهيان، سو ان جي دعائن جو ڦل آهي. جيڪڏهن ماڻهو وري وري دنيا ۾ ڄمندو هجي ها ته مان جيڪر وري وري ان جي ڪُکَ مان ڄمڻ چاهيان ها. مان پنهنجي پالڻهار کان دعا ٿو ڪريان ته جيڪڏهن منهنجي نصيب ۾ جنت لکيل آهي ته ان ۾ اندر داخل ٿيڻ جو دروازو منهنجي ماءُ جي پيرن کي ڪجاڻءِ جو تون پاڻ چيو آهي ته جنت ماءُ جي قدمن هيٺان آهي.

ـ عرفان علي شاهه



# مهاڳ

مون کي مولا علي عليه السلام جو قول ياد اچي پيو ته "پنهنجي ڪيترن ئي ارادن جي ناتڪميل کان پوءِ رب کي سڃاتم."

جڏهن کان مون سياست ۾ پير پاتو آهي ته مون کي ڪهاڻيون نُپ نه وڻن. پائيندو هوس ته دين ۽ دنيا جو علم ايترو وسيع آهي جو ڪنهن به ماڻهوءَ جي زندگي ان لاءِ ناڪافي آهي. ان ڪري سنجيده موضوع ڇڏي ڪري ۽ ڪهاڻيون پڙهي پنهنجي زندگيءَ جو قيمتي وقت ڇو ضايع ڪيو وڃي. آئون لڳاتار پڙهندو رهيو آهيان ۽ ان ڪانپوءِ لکڻ شروع ڪيو پوءِ به ٽن ڪتابن تي تقريباً ڏهن سالن کان ڪم ڪيان پيو پر اڃ تائين اُهي اڌ به پورا ڪري نه سگهيو آهيان. نه ڄاڻ ڇو مون ڪجهه عرصي کان ارادو ڪيو ته شارٽ اسٽوريز تي لکان. آئون ڄاڻڻ چاهيان ٿو ته شارٽ اسٽوريز ڪيئن لکيون وينديون آهن.

جيئن جيئن اليڪشن ويجهو ايندي وئي، ميڊيا ۾ اليڪشن جي خبرن ۾ واڌارو ٿيندو ويو. مون سوچيو ته هڪ ڪالم ان حوالي سان لکجي. پر پوءِ اهو فڪر ٿيو ته ڪالم ۾ سڀ ڪجهه ائين نه ڇاپيو ويندو آهي جيئن اسان لکون ٿا. پوءِ اچانڪ منهنجي ذهن ۾ هڪ خيال اچڻ لڳو ته ڇو نه شارٽ اسٽوريز لکجن مطلب ته اهو لکجي جنهن کي آئون ناپسند ڪيان ٿو. پوءِ ڪنهن اڻڄاڻ طاقت مون کي نه

صرف لکڻ لاءِ قائل ڪيو پر هڪ مهيني جي گهٽ عرصي ۾ مون هن ڪتاب کي مڪمل ڪري ڇپائيندڙ وٽ پهچائي ڇڏيو.

هي ڪتاب مان 4 مارچ تي لکڻ شروع ڪيو ۽ 28 مارچ تي پورو ڪيم. ان کان وڌيڪ وقت ته مان هڪ ڪالم لکڻ ۾ لڳائيندو آهيان. مختصر ڪهاڻيون لکڻ وقت جيڪو مون کي مزو آيو اهو بيان نه ٿو ڪري سگهجي. هي نالي ۾ ته ڪهاڻيون آهن پر حقيقت ۾ منهنجا مشاهدا آهن جيڪي گذريل ڏهن سالن کان مون کي حاصل ٿيا آهن.

آئون پنهنجي ماڻهن ۽ مُلڪ سان تمام گهڻو پيار ڪيان ٿو. جڏهن آئون ڪنهن ٻاهرئين مُلڪ ويندو آهيان ته سيني کان پهرين منهنجي ذهن ۾ اها ئي ڳالهه ايندي آهي ته هنن وٽ جيڪو علم، نظم و ضبط ۽ زندگيءَ گذارڻ جا سڀ اصول موجود آهن اُهي اسان وٽ ڇو نه آهن؟ آئون پنهنجي مُلڪ ۽ ماڻهن لاءِ جيڪر اهو سڀ ڪجهه چوري ڪري کڻي وڃڻ ٿو چاهيان. ماڻهو ٻاهرين مُلڪن ۾ گهمڻ ويندا آهن پر مان اتان جو حسناڪيون ڏسي اُداس ٿي ويندو آهيان ۽ ائين حسرت ڪندو آهيان جيئن هڪ پيءَ پنهنجي ٻارن لاءِ بهتريءَ جي حسرت ڪندو آهي ته ڪاش آئون پنهنجي ماڻهن لاءِ ائين ڪري سگهان.

هنن ڪهاڻين ذريعي مون پنهنجي ماڻهن کي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. برف وانگر جميل سوچن کي ڳارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. خبر نه آهي ته آئون ڪامياب ٿيو به آهيان يا نه. بهرحال هيءَ پهرين وِک طور هڪ ننڍي ڪوشش آهي.

اسان جي معاشري ۾ ڪوڙ خوبيون آهن پر خاميون به موجود آهن. مون کي جيڪا سڀ کان وڌيڪ خامي محسوس ٿئي ٿي اُها آهي غور و فڪر ۽ آزاد راءِ اختيار ڪرڻ. دنيا جي هر ماڻهوءَ وٽ ڪونه ڪو



فڪر موجود آهي پر اسان جي ماڻهن وٽ ڪو فڪر ۽ آئيڊيا ڪونهي. اسان پڙهيل ماڻهن جو وڏو تعداد به سازشن جا ٿاڦيل قالب ورتل لفظ ڳالهايون ٿا. اوهان ڪير به آهيو ڪٿان جا به آهيو اوهان پاڻ کان ڪو به هڪ سوال ڪري ڏسو ۽ پوءِ ان جو جواب به پاڻ ڏيو. ان ڪانپوءِ توهان غور ڪيو ته اُهو جواب توهان ڪٿان آندو ته خبر پوندي ته ٽيليويزن، اخبار يا وري ڪنهن ماڻهوءَ وٽان ٻڌو آهي.

اسان جو معاشرو اهڙيءَ طرح خلقجي ويو آهي جو اُن ۾ غور و فڪر ۽ آزاد راءِ اختيار ڪرڻ جي اجازت ڪونهي. يا ته وري اسان اُن سوچ يا غور فڪر کي زبان ذريعي ٻاهر بيان ڪرڻ کان پهرين ئي دٻائي ٿا ڇڏيون ته متان معاشرو ان کي ناجائز قرار نه ڏئي.

اسان پنهنجي چوڌاري ماڻهن کي پنهنجي راءِ ڏيندي نه پر پنهنجا فيصلا ٻڌائيندي ٻڌو آهي ان ڪري اسان به اُهوئي ڪريون ٿا. حالانڪ ڪو به ماڻهو پنهنجي راءِ ڏئي سگهي ٿو پر فيصلو نه ٿو ڏئي سگهي ڇو جو اهو ضروري نه آهي ته اسان جيڪو ٻڌو آهي اُهو سچ به هجي.

آئون پنهنجي هن ننڍڙي ڪاوش پيش ڪندي الله تعاليٰ کان دعا گهران ٿو ته هن کي پڙهڻ ڪانپوءِ معاشري ۾ ڪا سجاڳي هلچل پيدا ٿئي. ماڻهو سوچين ۽ ٻين جي ڳالهين جي بجاءِ پنهنجي آزاد راءِ قائم ڪن ۽ ووٽ به پنهنجي آزاد راءِ مطابق ڏين، نه ڪنهن ٻئي جي فيصلي تي.

**سيد عرفان علي شاهه**



موسو: حاجري تڪڙ ۾ چانھ ڪٽي اچ تہ مان ٻاهر وڃان.

حاجري: ايتري تڪڙ ڇو ٿي اچ؟ هونءَ تہ تون ڏهين ڪان پهريان گهران ناهين نڪرندو، اڃا تہ الله بخش جو هوٽل بہ نہ کليو هوندو!

موسو: اڙي چري! اڄ اليڪشن جو ڏينهن آهي، ووٽ وجهڻ وڃڻو آهي. ايئن نہ ٿئي جو گاڏي اچي، سڀ وڃن هليا ۽ مان رهجي وڃان.

حاجري: هان! تہ پوءِ مان بہ هلان؟ ادي هانسو چوي پئي تہ پوئين ڀيري اُها بہ وئي هئي، وڏو مزو آيو هو. مرد الڳ قطار ۾ بيهندا آهن ۽ عورتون الڳ.

موسو: ڀلا تو وارو دماغ تہ خراب نہ ٿي ويو آ. ماڻهو مون کي ٿُڪندا. اسان پردي وارا ماڻهو آهيون، راڄ ۾ منهنجو نڪ ڪٽجي ويندو، ماڻهو چوندا تہ وڏيري کان پئسا وٺي گهر



جي عورتن کي ووٽ وجهرائڻ لاءِ وٺي وڃي رهيو آهي، اهڙيون ڳالهيون ڪندينءَ تہ نياڻين تي ڪهڙو اثر پوندو؟

رحمت: بابا!

موسو: جيءُ پٽ.

رحمت: مان هلان؟

موسو: هاها! ڇو نہ! تون تہ مرد آن بابا، سياڻي آخرڪار توکي منهنجي جڳهہ تي ويهڻو آهي، ماڻهن سان ملڻ جُلڻ گهرجي.

رحمت: بابا پردو ڇا ٿيندو آهي؟

موسو: پٽ پردي جو مطلب آهي پاڻ کي لڪائڻ! نامحرم کان، جنهن سان اوهان جو رت جو رشتو نہ هجي، ان کان پردو ڪرڻ ضروري آهي، اسان جو مذهب اهو چوندو آهي.

رحمت: پر بابا، ٽيون ڏينهن ڪپڙي وارو لالو گل خان آيو هو، اوهان امان کي چيو هو تہ هن کي وڃي چئہ تہ مان گهر ۾ نہ آهيان ۽ هڪ ڪاٽن جو وڳو مون لاءِ وٺي ڇڏجانءِ، اُهو تہ اسان جي ڳوٺ جو بہ ناهي، امان کي ڇو موڪليو هيوَ پوءِ؟

موسو: (گهوريندي) (جڏهن ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيس) بابا ڪجهہ مجبوريون هونديون آهن، لالو ڪيترن سالن کان ايندو آهي، اسان ان کي چڱيءَ طرح سڃاڻيندا آهيون.

رحمت: پر آهي تہ نامحرم نہ بابا! ٻي ڳالهہ اها آهي تہ اوهان اڄ ڏينهن تائين ڪڏهن مسجد بہ نہ ويا آهيو، قرآن شريف پڙهندي ڏٺو آهي، مُلن کان تہ اوهان کي نفرت آهي، پوءِ

نامحرم جو ڪنهن ٻڌايو اوهان کي؟ مذهب رڳو پردي جي ڳالهه ڪندو آهي يا ڪا ٻي ڳالهه بہ ڪندو آهي؟

موسو: اڙي فرنگي! گهٽي بڪ بڪ نہ ڪر نہ تہ اتي ئي ڇڏي ويندو سانءِ

رحمت: بابا اوهان ناراض نہ ٿيو امان جو حق آهي تہ اُها ووٽ ڏي ۽ اها اوهان جي ذميواري آهي تہ ان جي حق ادا ڪرڻ ۾ ان جي مدد ڪيو. جيڪڏهن امان ووٽ نہ وجهندي تہ شام جو وڏيري رستم جا ماڻهو ٺپو هڻي امان جو ووٽ پنهنجي حق ۾ وجهندا، ان کان اهو بهتر ناهي تہ سائين امتياز کي ووٽ ملي، شريف ماڻهو آهي، جيڪڏهن ڪجهہ ڪٽي نہ ڏيندو تہ تڪليف بہ نہ پهچائيندو. رستم جيان پنجاهہ بندوقان ڪٽي تہ نہ هلندو آهي نہ! اوهان جي مرضي آهي بابا، سائين امتياز کي ووٽ ڏئي سڪون جي زندگي گذاريو يا وڏيري رستم ۽ ان جي ماڻهن جي بدمعاشين برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃو. اسان چئون ٿا تہ سياستدان هي آهن. اُهي نہ، پر ووٽ ڏئي يا نہ ڏئي انهن کي چونڊيندا تہ اسان ئي آهيون نہ!! ۽ پوءِ پنجن سالن ۾ رڳو هڪڙو ووٽ ئي تہ ڏيڻو پوندو آهي، جنهن تي اسان جي مستقبل تي پنجن سالن جو دارو مدار هوندو آهي. هلو بابا دير ٿي رهي آهي!

موسو: (فخر سان پنهنجي پٽ کي ڏسندي) حاجري، هلو بابا جلدي سان تيار ٿي وڃ! ووٽ وجهڻ وڃڻو آهي، تنهنجو فرنگي هاڻي وڏو ٿي ويو آهي، ڳالهہ ڪم جي ڪئي اٿائين. زاهده ۽ مينا کي بہ تيار ڪر سڀ ٿا هلئون پنهنجي ڏاند گاڏي تي!!



## ڪهاڻي-2



جاڙو: او ڦوٽا خان پهريان هيڏانهن تہ اچ، اهو ڪاڏي ٿو پيگو وڃي صبح صبح؟

ڦوٽو: ادا پولنگ اسٽيشن ٿو وڃان سوچيان پيو جلدي ويندس تہ وارو بہ جلدي ايندو. اڄ وري پاڙيءَ جو وارو بہ آهي. انهيءَ ڪري جلدي ووٽ وجهي اچان، تون بہ هل ڪچهري ڪندا ٿا هلون.

جاڙو: اڙي ادا ويهہ اتي، اڄ موڪل جو ڏينهن آهي، اڄ ئي تہ سڀ مزا وٺبا. پنهنجي زميندار کي چئجائين تہ سائين ووٽ ڏيڻ ويو هو. اوهان جي حڪم تي انهيءَ ڪري دير ٿي وئي. ويهہ ويهہ چانهہ پيئنديين؟ دلبر! اميدوار جڏهن گاڏي موڪليندو تہ پوءِ هلنداسين نہ تہ اتي ئي ويٺا هونداسون ۽ ڪچهري ڪنداسون جهٽ ترس تہ نورو ۽ امين بہ اچن ٿا.

ڦوٽو: جاڙا خان مونکي تنهنجي اهڙي سوچ تي افسوس آهي.

جاڙو: ڇو بابا؟ ڪجهه غلط ڳالهايو آ ڇا مون؟ ڪهڙو سياستدان ڪٿي اسان کي محل ٺهرائي ڏيندو؟ ۽ زميندار به ڪهڙو اسان جو خيرخواهه آهي؟

ڦوٽو: جيڪڏهن اهو خير خواهه ناهي ته تون ڪهڙو ان اهليت تي پورو ٿو لهين جو تنهنجي عزت ڪئي وڃي؟

جاڙو: ڏس ڦوٽا خان، منهنجي بي عزتي نه ڪر، نه ته چڱو نه ٿيندءِ! مان تنهنجي عزت ڪندو آهيان، ان جو مطلب اهو ناهي ته مان تنهنجي بي عزتي برداشت ڪندس.

ڦوٽو: ادا ناراض نه ٿيءُ، پهرين ڳالهه ته اها آهي ته عزت ۽ ذلت جو مالڪ الله سائين آهي. ٻي ڳالهه ته عزت ڪرائڻ ۽ ذليل ٿيڻ اسان جي هٿ ۾ آهي. ماڻهو منهنجي عزت انهيءَ ڪري ڪندا آهن جو مان عزت ڪمائيندو آهيان. مفت ۾ رڳو ذلت ئي ايندي آهي. انسان ڪردار مان سڃاتو ويندو آهي ۽ ڪردار انسان پاڻ ٺاهيندو آهي. ڪردار هڪڙي ڏينهن ۾ ناهي ٺهندو، بلڪ سڄي زندگي گذري ويندي آهي ان کي ٺاهڻ ۾. هاڻي تون مثال ئي وٺ، هي جيڪو تون مونکي مشورو ڏئي رهيو آهين، اهو رڳو مشورو ناهي بلڪ تون پنهنجو ڪردار ٺاهي رهيو آهين منهنجين نظرن ۾. جڏهن تون مونکي چوري ۽ ڏوڪي بازي سيکاريندين ته مان تنهنجي باري ۾ باڪردار شخص جو تاثر ته نٿو ٺاهي سگهان نه.



جاڙو: (شرم ۾ ٻڏندي) ڇڱو ڀلا ٻه منٽ رڳو مون وٽ ويهي پوءِ هليو وڃجائين.

ڦوٽو: مان ٻن منٽن بدران پنج منٽ ويهندس، پر پنج منٽ گهڙيءَ وارا تنهنجا ناهن. (ايتري ۾ نورو امين ۽ ڳوٺ جا ڪجهه ٻيا ماڻهو به جمع ٿي ويندا آهن.)

جاڙو: ڦوٽا خان منهنجن ٻن سوالن جو جواب ڏئي پوءِ هليو وڃجانءِ.

ڦوٽو: پُڇ.

جاڙو: ڏس! ووٽ اميدوار کي ونٽو آهي ته تون پنڌ ڇو وڃن؟ اهو گاڏي موڪليندو ته هليا هلنداسين، ۽ ٻيو سوال اهو ته تون ووٽ زميندار جي چوڻ تي ڏئي رهيو آهين، جيڪڏهن اج زمين تي نه ويندين ته ڇا ٿي پوندو؟ ادا امين مان ڀلا غلط ٿو چوان؟

امين: ها ادا ها! تون صحيح ٿو چوين!

ڦوٽو: امين خان تون بغير ڪجهه سوچ سمجهجي غلط کي به صحيح چئي رهيو آهين. هڪ منٽ لاءِ به تو نه سوچيو، بس ها ۾ ها ملائي ڇڏيئي. مونکي اهو ته ٻڌاءِ ته توکان ڪو صلاح آخر ڇو وٺندو؟ سيني کي خبر آهي توکي پنهنجي ڪا به سوچ ناهي. رهيو سوال تنهنجي ٻن سوالن جي جوابن جو ته جاڙا خان ٻڌ! پهريان ته ڳالهه اها آهي ته اسان جي ووٽ سان ئي سياستدان، سياستدان بڻجندا آهن. اسان جون حالتون انهيءَ ڪري نٿيون بدلجن، ڇو ته اسان پنهنجون حالتون بدلائڻ نٿا چاهيون. سياستدان

اسان کان ووٽ جا گهرجائو آهن. انهيءَ لاءِ اُهي هر طريقا استعمال ڪندا آهن. اسان حقيقت ۾ انهن کان ڪجهه به ناهيون چاهيندا. انهيءَ ڪري اسان ذات، زبان، فرقي ۽ قومن جي نالي تي بيوقوف بڻجي ويندا آهيون. اوهان کي ڪنهن چيو آهي ته مان زميندار جي چوڻ تي ووٽ ڏئي رهيو آهيان؟ پولنگ جي اندر جڏهن اسان ٺپو هڻندا آهيون ته اسان کي ان وقت ڪير ڏسندو آهي؟ مان پنهنجو ووٽ آزاد اميدوار ارشاد شاهه کي ڏيندس. مونکي خبر آهي ته منهنجي ووٽ سان اهو ڪٽندو ڪو نه، پر مان پنهنجي ووٽ جو حق صحيح استعمال ڪندس. ان سان به ڳالهيون ٿينديون، هڪ ته ارشاد شاهه جيڪو اسان جي علائقي جو ماڻهو آهي ۽ شريف ماڻهو آهي، ان کي ڪجهه اميد ٿيندي ته ماڻهن مونکي ڪجهه هزار ووٽ ڏنا آهن، ان جو مطلب ته جيڪڏهن مان ڪوشش ڪيان ته اڳتي هلي ڪٽي سگهان ٿو. اسان ئي چوندا آهيون نه ته سٺا ماڻهو سياست ۾ نٿا اچن؟ ڪيئن ايندا جيڪڏهن اسان انهن کي سٺو سمجهي ووٽ نه ڏينداسين. ٻيو اهو ٿيندو ته جيڪو اميدوار هر ڀيري هتان ڪٽي ويندو آهي، جڏهن اهو ڏسندو ته منهنجا پنج هزار ووٽ هن ڀيري گهٽ ٿيا آهن ۽ مان اڳتي هلي هارائي به سگهان ٿو تنهن ڪري ڪم نه ڪندس ته ڪٽي به نه سگهندس.

تنهنجي ٻئي سوال جو جواب اهو آهي ته مان زميندار جي زمين تي ڪم ڪندو آهيان، پر مان ان جو غلام ناهيان بلڪ اڌ حصي جو حصيدار آهيان. زمين ان جي آهي ۽



محنت منهنجي آهي. پاڻي نه ڏيڻ جو مقصد اهو آهي ته فصل سٺو نه ٿئي، اهو ته هڪ دوکو آهي ۽ جين ته توهان کي خبر آهي ته مان دوکيباز ناهيان، ٻيو ته منهنجن ٻچن جي روزي به اتان ئي ايندي آهي، ته ڇا مان پنهنجن ٻچن جو دشمن بڻجي وڃان؟ ٽين ڳالهه اها آهي ته هن فصل سان رڳو منهنجو ۽ زميندار جو ته فائدو نٿو ٿئي، بلڪ هن فصل سان ڪيترن ماڻهن جي ٻچن جو پيٽ ڀربو. هاڻي مان هلان ٿو پوءِ ملنداسين. الله نگهبان.

جاڙو: او ڦوٽا خان، آهستي هل يار. اسان کي به پڇڻ ڏئي، اسان به هلئون ٿا.

## کهاڻي_3



عدلو: چاچا عرُس! منهنجي موبائيل ۾ بيلنس ناهي، مونکي اوهان جي پٽ جا پئسا ڏيڻا هئا، تہ ڇا توهان فون تي مونکي هُن سان ڳالهرائي سگهو ٿا؟

عرس: ها بابا! هڪ منٽ! ........... هيلو منٺار! ڪيئن آهين پٽ؟ ........... الله جو شڪر آهي! ........... پٽ، عدلو آيو آهي، چوي ٿو تہ تنهنجا پئسا ڏيڻا اٿس، تنهنجي امانت وٺي ڇڏيانس؟ ........... ٺيڪ آهي بابا خدا حافظ
پٽ، منٺار ٿو چوي تہ هُن کان پئسا وٺي ڇڏ!

عدلو: ٺيڪ آ چاچا! هي وٺو پورا پنج هزار آهن.

عرس: مهرباني پٽ، ويهہ تہ سهي، چانهہ تہ پي وڃ.

عدلو: جي چاچا.

عرس: ها بابا، زماني جي تہ ڪا خبر چار ڏي!

عدلو: خبر ڪهڙي چاچا، اوهان کي تہ خبر آهي نہ تہ هاڻي ووٽر



لسٽون بہ نادرا وارا ٺاهن ٿا (جيڪي اسان جا ڪمپيوٽر شناختي ڪارڊ ٺاهيندا آهن)

عرس: اڇا بابا! اسان کي تہ ڪا خبر ئي ناهي.

عدلو: ڪيئن خبر هوندي چاچا، اسان پنهنجو هر ڪم سياستدانن تي جو ڇڏي ڏنو آهي. شناختي ڪارڊ بہ اهي ٺهرائن، ووٽر لسٽن ۾ بہ اهي نالا ڏيارين، آخر اسان هر ڪم لاءِ انهن جا محتاج ڇو آهيون؟ پهرين ڳالهہ تہ اها آهي تہ اهو انهن جو ڪم ناهي، ٻي ڳالهہ تہ جيڪڏهن اهي اهو ڪندا تہ ووٽ بہ انهن جي مرضي سان ڏيڻا پوندا.

عرس: ها بابا، ڳالهہ تہ سهي ٿو ڪرين، پر ڇا ڪيون، اسان مجبور اڻ پڙهيل ۽ آڱوٺا ڇاپ آهيون، انهن ڳالهين جي اسان کي ڪيئن خبر پوندي؟

عدلو: چاچا، اوهان پنهنجو دماغ آخري ڀيرو ڪڏهن استعمال ڪيو هو؟

عرس: ڇريو ٿي ويو آن ڇا؟ ڪهڙي بَڪ بَڪ ٿو ڪرين؟

عدلو: ڪجهہ نہ چاچا. مذاق پيو ڪريان، چاچا اليڪشن ڪميشن ايس ايم ايس سروس شروع ڪئي آهي، پنهنجو شناختي ڪارڊ نمبر لکي 8300 تي موڪلي ڏيو، اوهان کي ٻن سيڪنڊن ۾ ميسيج اچي ويندو تہ اوهان جو ووٽ ڪٿي آهي.

عرس: اڙي بابا! اها اميرن جا ڪم آهن. اليڪشن ڪميشن وارا بہ اسان غريبن کي پوئتي رکڻ چاهين ٿا. ڏس نہ بابا،

اسان ڳوٺ جا ڇٽ ماڻهو اهو ڪيئن ڪنداسين؟

عدلو: چاچا، اڻ پڙهيل ۽ ڇٽ ۾ فرق هوندو آهي. انهيءَ ڪري مان اوهان کان پڇيو هو ته اوهان آخري ڀيرو پنهنجو دماغ ڪڏهن استعمال ڪيو هو. ڇٽ اهو هوندو آهي جنهن ۾ ڪا به تميز نه هجي. صحيح ۽ غلط ۾ فرق نه محسوس ڪندو هجي، هاڻي اوهان پنهنجي پٽ جو نمبر ملايو اهو ڪيئن ياد اٿو چاچا؟

عرس: ها ڳالهه ته سهي ٿو ڪرين پٽ!

عدلو: ڳالهه صفا آسان آهي چاچا! جڏهن اوهان فون نمبر ملائي سگهو ٿا ته هتي ميسيج ڇو نٿا موڪلي سگهو؟ اوهان کي خبر آهي ته سومار جيڪا 20 ايڪڙ زمين وڪٽي آهي اها ڪنهن چوڌري سليم ورتي آهي. سومار چوندو هو ته اها زمين سُڪي ٿوٽ پئي آهي، ڪنهن ڪم جي ناهي، ايڪڙ ويهن هزارن ۾ وڪٽي ڇڏين. منهنجو ڪلهه اتان لنگهڻ ٿيو، چوڌريءَ جا ته زمين ٿاهي آهي، هن جي پٽ سان منهنجي دعا سلام آهي. مان هن کان پڇا ڪئي ته چاچي ڀيڙ هٽي بيٺا آهيو ته هن چيو بابا پنهنجين سيني هارين کي گڏ ڪري پڇي رهيو آهي ته انهن جا شناختي ڪارڊ ٺهيل آهن يا نه. ۽ مونکي موڪلي اليڪشن ڪميشن کان معلومات حاصل ڪرايائين ته ڪيئن انهن جا ووٽ داخل ٿيندا ۽ جيڪڏهن ڪنهن ٻي جاءِ جا آهن، ته ڪيئن اتان کان اتي داخل ڪرايا وڃن؟



چاچا توهان کي خبر آهي ته چوڌري سليم آڱوٺو ڇاپ آهي، پر اُهو ڇٽ ناهي. هونءَ مونکي ياد آيو ته تنهنجو ڀائيٽيو به ٻي شادي ڪري رهيو آهي ۽ هن جي پنجن ايڪڙن جي زمين جي وڪڻ جي ڳالهه هلي رهي آهي، چوڌري سليم سان. هونءَ توهان صحيح ٿا چئو چاچا! اهي سياستدان، وڏيرا ۽ دنيا جو هر ماڻهو اسان جي خلاف آهي. يقين سان چئي سگهجي ٿو ته اوهان جي ڀائيٽي جي زمين پٺيان به ڪنهن جو هٿ آهي.

ٺيڪ آ چاچا مان هاڻي هلان ٿو خدا حافظ.

عرس: (سوچن ۾ گم) (پوءِ ٿوري دير ۾ آواز ٿو ڏي) عدلو پٽ! هڪ منٽ.

عدلو: جي چاچا!

عرس: پٽ اهو نمبر ڪهڙو ٻڌايو هئي؟

عدلو: چاچا (8300) اٺ هزار ٽي سئو!



پونجو ڪولهي جو پٽ ڪلهہ ئي ڳوٺ وريو هو. هن جي ماءُ پنهنجو آخري زيور منگل سُتر بہ ان جي پڙهائي لاءِ وڪڻي ڇڏيو هو. اڄ ان جي ماءُ خوشيءَ ۾ نہ پئي ماپي. هن سان گڏ هن جي يونيورسٽي جا ڪجهہ دوست رشيد، عمر ۽ دودو بہ هُن جو ڳوٺ ڏسڻ آيا هئا.

گهمندي گهمندي اُهي پنهنجي ڳوٺ جي پرسان واري ڳوٺ کان گذريا تہ انهن کي لائوڊ اسپيڪرن مان آواز ٻڌڻ ۾ آيا. راڻي جي هڪ دوست چيو تہ ڏسئون تا تہ ڇا ٿي رهيو آهي. ويجهو پهتا تہ خبر پئي ڪو اميدوار تقرير ڪري رهو آهي.

رشيد: دودا اڄ تہ اڄ هن جي خبر ٿا وٺئون، سڄو ملڪ کائي ويا آهن ۽ اسان جي سادن سودن ماڻهن کي ٻيهر ٿا بيوقوف بڻائن. تنهنجو تہ نالو ئي دودو آهي، تون سنڌ جو سپوت آهين، اڄ تہ اڄ نجات ٿا ڏياريون هن قوم کي انهن ماڻهن کان.



(اهي ٻئي ڇوڪرا يونيورسٽيءَ ۾ قومپرست جماعت جا ليڊر رهيا آهن، پڙهائي گهٽ ۽ قوم جي خدمت گهڻي ڪئي هئي. اڌ سال يونيورسٽي بند رکڻ ۾ انهن جو ڪردار رهيو هو.)

(راڻو ۽ عمر انهن جي پويان پويان هلندا رهيا، آخرڪار اهي پنڊال ۾ پهچي ويا. رشيد ۽ دودي پنهنجون ٻانهون مٿي چاڙهيون ۽ اميدوار جي تقرير ختم ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا.)

اميدوار: دوستو! اسان جي مخالف کي پنهنجي گهر جا بہ ووٽ نہ ملندا. ان جي انشاءَالله ضمانت ضبط ٿي ويندي، اهو پنهنجي قوم جو غدار آهي. صبح جي ڏهين وڳي ئي اهو هارائجي ويندو. اسان جي وڏن هميشہ اوهان جي خدمت ڪئي آهي، اسان بہ اوهان جي خدمت ڪندا آيا آهيون. مونکي پنهنجو قيمتي ووٽ ڏئي ڪترايو مان اوهان لاءِ خوشحالي ڪڻي ايندس.

جيئن ئي تقرير ختم ٿي تہ سنڌ جي سورمي دودي ڳالهائڻ شروع ڪيو.

دودو: سائين هڪ منٽ، اوهان ٻاشڻ ڏئي ڇڏيو هاڻي اسان جي بہ ٻڌو.

(اميدوار پنهنجي ڪرسي ڏانهن ويندين بيهي رهيو. ورائي ڏنائين ۽ پوءِ واپس ڊائس تي اچي ويو)

اميدوار: جي چئو!

دودو: تون ۽ تو واري پارٽيءَ هميشہ سنڌ جي ماڻهن کي دوکو ڏنو آهي. انهن کان ووٽ وٺي غلامي وڏي پاءُ جي ڪندا آهيو، ٻن پئسن ۾ وڪامجي ويندا آهيو. غدارؤ! اسان جي

ڏرتيءَ کان پنهنجا پليد پير پري ڪيو. هڪ ڏينهن اسان پنهنجو وطن آزاد ڪرائي رهنداسين.

(اجا ايترو ئي چيائين جو ڪنهن دودي کي ڪنڌ کان وٺي هيٺ دسيو ۽ مٿان چڙهي ويهي رهيو. دودي جي حالت ڏسي رشيد ته جتي ڇڏي ڀڳو. راڻو بيٺو رهيو ته ٻيو ماڻهو هن جي مٿان ڪريو. راڻي اميدوار کي رڙ ڪئي)

راڻو: سائين منهنجو هڪ عرض ٻڌو.

(اميدوار جيڪو گهڻو ڪاوڙ ۾ هو پر اليڪشن جو وقت هو پنهنجي ڪاوڙ کي قابو ۾ ڪندي دودي کي ڇڏڻ جو حڪم ڏنو ۽ گهٽي ئي ڪاوڙيل انداز ۾ راڻي کي مخاطب ٿيندي چيائين)

اميدوار: توهان کي جيڪڏهن ان قسم جي بڪواس ڪرڻي اٿوَ ته پوءِ مان نه ٻڌندس.

راڻو: سائين بلڪل نه! مان پنهنجي دوست جي ان رويي جي اوهان کان معافي وٺان ٿو.

(معافي جو ٻڌي اميدوار کي ڪجهه هوش آيو هن راڻي کي ڳالهائڻ جي اجازت ڏني)

راڻو: سائين مان پنهنجي دوست جي رويي تي شرمندو آهيان ۽ مان اوهان کان هُن جي طرف کان معافي ٿو وٺان، مان سمجهان ٿو ته جمهوري معاشري، بلڪ ڪنهن به معاشري ۾، جتي انسان رهن ٿا، اتي اختلاف راءِ هوندو آهي ۽ اهو انهن جو حق به آهي. پر پنهنجي اختلاف راءِ کي مهذب طريقي سان بيان ڪرڻ گهرجي. هڪ ڪتي ۽ انسان ۾ اهوئي فرق آهي ته ڪُتي کي جڏهن ڪو



انسان سٺو ناهي لڳندو ته هو اُن تي ڀونڪندو آهي ۽ ان کي چڪ پائڻ لاءِ ڊوڙندو آهي، پر انسان جڏهن ڪنهن سان اختلاف راءِ رکندو آهي ته هو مهذب طريقي سان ان جو اظهار ڪندو آهي. مان هڪ ڀيرو ٻيهر پنهنجي دوست جي رويي جي اوهان کان معافي ٿو وٺان.

(اميدوار خوش ٿيندي)

اميدوار: ٺيڪ آهي مان ان کي معاف ڪيو پر آئنده خيال رکي.

راڻو: جي، بلڪل اوهان جا ٿورا. هاڻي جيڪڏهن اجازت ڏيو ته مان اوهان کان ڪجهه سوال ڪرڻ چاهيان ٿو اجا تائين يڪطرفي گفتگو ٿي رهي هئي، ڪجهه سوال پڇڻ جي اجازت آهي؟

اميدوار: اجازت آهي.

راڻو: سائين سڀ کان پهريان ته توهان مونکي قائل ڪيو ته مان اوهان کي ووٽ ڇو ڏيان ۽ مخالف کي ڇو نه ڏيان؟

اميدوار: ڇو ته مان اوهان جو پنهنجو آهيان ۽ هميشه اوهان جي وچ ۾ رهيو آهيان، منهنجو جيئڻ مرڻ اوهان سان آهي.

راڻو: سائين ضمانت ضبط مان ڇا مراد آهي؟

اميدوار: (هٻڪندي) مطلب ته ضمانت ضبط.

راڻو: سائين اهوئي ته مان پڇي رهيو آهيان ته اهو ڇاهي؟ خير ٻيو سوال اهو آهي ته اوهان کي ڪيئن خبر پئي ته هُن کي پنهنجي گهر مان به هڪ به ووٽ نه ملندو؟

اميدوار: اهو ڪهڙو سوال آهي؟

راڻو: سائين اوهان تقرير ۾ چيو انهيءَ ڪري مان سمجهڻ چاهيان ٿو.

اميدوار: اوهان نٿا ڄاڻو مونکي خبر آهي.

راڻو: سائين اوهان چيو تہ سامهون وارو اميدوار ڏهہ پارٽيون بدلائي آيو آهي. دنيا ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو هوندا آهن، هڪ اهي جيڪي پنهنجي مفاد ۾ پارٽيون بدلائيندا آهن، ٻيا اهي هوندا آهن جيڪي ڏسندا آهن تہ مان پنهنجي نظريي تحت پارٽي جوائن ڪئي هئي، اهو نظريو نظر نٿو اچي. وفاداري ۽ غلامي ۾ فرق آهي، جيڪڏهن هڪ ميمبر پنهنجن ماڻهن سان واعدو ڪري ويندو آهي ۽ ان جي پارٽي ان جي واعدن ڪانسواءِ ڪو ڪارڻ ڄاڻائي پورا ڪرڻ ۾ مدد نٿي ڪري ۽ هو پوءِ بہ پارٽي ۾ رهي ٿو تہ اوهان ان کي وفاداري چوندؤ يا غلامي؟ ان غلاميءَ کان بهتر ناهي تہ انسان ٻي پارٽي جوائن ڪري؟

اميدوار: (هاڻي گهٻرائيندي) اوهان صحيح چئي رهيا آهيو.

راڻو: سائين آخري سوال، اوهان جي پارٽي جو پروگرام ڪهڙو آهي؟ منهنجي ماءُ پنهنجو منگل سُتر وڪڻي مونکي پڙهايو، مونکي ٻڌايو تہ جيڪڏهن منهنجو ننڍو ڀاءُ پڙهڻ چاهي تہ اهو ڪٿي وڃي Scholar Ship لاءِ پلائي ڪري؟

اميدوار: مان آهيان، مان مدد ڪندس.

راڻو: سائين مونکي اوهان کان ڪجهہ بہ نہ کپي. مان پنهنجو ووٽ ڏئي زميداري نڀائيندس ۽ ان زمينداريءَ ڪانپوءِ منهنجو حڪومت تي جيڪو حق بڻجي ٿو مان ان جي



ڳالهہ ڪري رهيو آهيان. اوهان مونکي مطمئن نہ ڪري سگهيا آهيو تنهن ڪري منهنجو ووٽ اوهان جو حقدار ناهي.

(اهو چئي راڻو دودي کي سهارو ڏئي گهر ڏانهن هلڻ لڳا.)

راڻو: دودا، رڳو نالي رکڻ سان ڪو دودو نہ ٿي ويندو آهي، پنهنجي بقا جي جنگ گارين ۽ بدتميزيءَ سان نہ، پر دليلن ۽ سوالن سان ڪٽي ويندي آهي.

# کهاڻي_5



یارو: اڙي او دلاور.

دلاور: جي ادا!

یارو: اڙي بابا، منهنجي ان ڇوري مان جان تہ ڇڏاءِ، سر کائي ويو آهي. بابا صحيح چوندو هو تہ پڙهيل لکيل ڇوڪريءَ سان شادي ڪندؤ تہ مصيبت ۾ اچي ويندو. بابا جي ڳالهہ سچ ٿيندي دير تي وئي، زال جي جاءِ تي ڇوري مصيبت ۾ وجهي ڇڏيو آهي.

دلاور: آخر ٿيو ڇا آهي ادا؟

یارو: اڙي ٿيٽو ڇاهي، ڪلهہ تون ان کي جلسي ۾ وٺي ويو هئين، جڏهن کان آيو آهي منهنجو سر کائي ويو آهي، اها اليڪشن ڇا ٿيندي آهي؟ ڇو ٿيندي آهي؟ پوءِ ڇا ٿيندو آهي؟ اڙي بابا اسان بہ ڪڏهن ڪنهن کان پڇيا ڪئي؟ اسان کي کهڙي خبر تہ ڇا ٿيندو آهي. بس



ڪجهہ سالن کان پوءِ اها ٿيندي آهي، اسان کي حڪم هوندو آهي تہ فلاڻي نشان تي ٺپو لڳائي اچون تہ اسان وڃي هٽي ايندا آهيون، خبر ناهي تہ ڪتابن ۾ ان جي ماءُ هُن کي ڇا پڙهائيندي آهي، هن منهنجو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو آهي، تون وٺي ويو هئين نہ پنهنجي پاڙيجي کي، هاڻي تون لوڙ.

دلاور: هارون پٽ هيڏانهن اچ، ڇا ڳالهہ آهي؟ ڇو بابا کي تنگ ڪري رهيو آهين؟

هارون: ماما تنگ نٿو ڪريان، مان ڪجهہ پڇان ٿو تہ بابا ناراض ٿو ٿي وڃي.

دلاور: هڪ منٽ هارون ٻاهر ٿا هلئون، پوءِ مونکان پڇجائين جيڪو پڇڻو اٿئي.

(يارو ڏانهن مخاطب ٿيندي) ادا مان هن کي ٻاهر وٺي ٿو وڃان، ٿوري دير ۾ اچون ٿا. هونءَ سوال ڪرڻ جي اها نشاني آهي تہ ٻار ڪجهہ سکڻ چاهي ٿو. ٻن سالن کان چوڏهن سالن جي عمر تائين ٻار کي جيڪو سيکاريو اُهو آساني سان سکي ويندو آهي. انهيءَ ڪري ڏسو تہ الله هڪ نظام ٺاهيو آهي تہ ٻار چوڏهن سالن جي عمر تائين گهر ۾ گهڻو رهندو آهي ۽ پنهنجي ماءُ پيءُ جي اثر ۾ رهندو آهي. پوءِ معاشري جو حصو بڻجندو آهي. جيڪڏهن اوهان هن کي سوال ڪرڻ کان روڪيندؤ ۽ هن کي جواب نہ ڏيندؤ تہ هُو اهو ئي سوال ڪنهن ٻئي کان ڪندو ۽ ٿي سگهي ٿو تہ ڪوئي هن کي غلط ڏگ

ڏمي ڇڏي.

يارو: ها يار، ڳالهہ تہ تون پتي جي ڪئي آهي. مون ان طرف ڪڏهن خيال ئي ناهي ڪيو. اڇا دلاور يار، تون ئي هن جي سوالن جا جواب ڏي، مون کي تہ پاڻ ڪجهہ بہ ناهي ايندو.

دلاور: هل هارون، هل تہ زمينن جو چڪر هڻي اچئون.

(ٻاهر نڪري) ها، هاڻي ٻڇ ڇا پيو پڇين؟

هارون: ماما، ڪلهہ توهان جتي مونکي وٺي ويا هئا، اتي گهڻا ئي ماڻهو بيٺا هئا. اسان بہ اتي وڃي ويهي رهياسين. ڪجهہ ماڻهو مٿين جڳهہ تي بيٺا هئا ۽ واري واري سان ڳالهائي رهيا هئا. اوهان ٻڌايو تہ اهي تقرير ڪري رهيا آهن، اليڪشن جو زمانو آهي، ووٽ گهري رهيا آهن. ماما اهي ووٽ ۽ اليڪشن ڇا آهي؟ اُهي ماڻهو ووٽ ڇو گهري رهيا هئا؟

دلاور: ڏس پٽ، جيئن گهوڙي کي هلائڻ لاءِ سوار جي ضرورت هوندي آهي، اهڙيءَ طرح ملڪ هلائڻ لاءِ بہ ماڻهن جي ضرورت پوندي آهي. هڪ زمين جي ٽڪري تي اسان گهر ٺاهيندا آهيون ۽ پوءِ ان کي مختلف ڪمرن ۾ ٺاهيندا آهيون ۽ گهر جي ماڻهن جي حساب سان ڪمرا ٺاهيندا آهيون. اهڙيءَ طرح ملڪ هلائڻ لاءِ گڏيل تعداد ۾ ماڻهن کي علائقي ۾ ورهايو ويندو آهي، جنهن کي حلقو چئبو آهي. پوءِ هر حلقي مان ڪجهہ ماڻهو ان علائقي جي ماڻهن جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ بيهندا آهن. هڪ



ادارو جنهن کي اليڪشن ڪميشن چوندا آهن. اُهو سيني حلقن مان ماڻهن جي راءِ وٺڻ چاهيندو آهي تہ ڪهڙو پنجن سالن تائين اوهان جي نمائندگي ڪري ۽ اوهان جي مسئلن ۽ ضرورتن لاءِ قانون سازي ڪري. اليڪشن ڪميشن هڪ يا ٻن ڏينهن تي هڪ پولنگ ٺاهيندو آهي جنهن جي اندر بوٿ بڻايا ويندا آهن اتي ووٽر کي هڪ پرچي ملندي آهي، جنهن تي ماڻهن جا نالا هوندا، اوهان جنهن کي پسند ڪيو ٿا ان جي اڳيان ٺپو هڻي ڇڏيندا آهيو. پوءِ جنهن کي سيني کان گهڻا ووٽ ملندا، اُهو اڳين پنجن سالن لاءِ اوهان جو نمائندو بڻجي ويندو جيڪو پنهنجي حلقي جي ماڻهن لاءِ ڀلائيءَ جا پروگرام ترتيب ڏيندو. اوهان ان کي رهنما بہ چئي سگهو ٿا، جيڪو ماڻهن کي صحيح راهہ ڏيکاري ٿو. انهن لاءِ اسڪول، اسپتال، راندين جا ميدان ۽ گهڻائي سنا ڪم ڪرائيندا آهي.

هارون: ماما ڇا مان بہ ووٽ ڏئي سگهان ٿو؟

دلاور: پٽ تون اڃا ننڍو آهين، جڏهن ارڙهين سالن جو ٿيندين تہ پوءِ پهريان اوهان جو شناختي ڪارڊ ٺهندو، پوءِ ووٽر لسٽ ۾ نالو وڌو ويندو، ان کانپوءِ اوهان ووٽ ڏئي سگهندؤ.

هارون: ماما ڇا مان بہ اليڪشن ۾ بيهي سگهندس؟ ڇا مان بہ رهنما بڻجي سگهندس؟

دلاور: ها پٽ ڇو نہ، پر ان لاءِ اوهان کي تعليم مڪمل ڪرڻي

پوندي. نمائندو تہ بغير پڑهڻ جي بہ ٿي سگهين ٿو پر پنهنجن ماڻهن لاءِ قانون سازي ڪيئن ڪندين؟ هڪ سٺي رهنما لاءِ ضروري آهي تہ اُهو نہ رڳو تعليم يافتہ هجي، بلڪ دنيا جي تاريخ جو بہ مطالعو ڪري، دنيا جي مشهور رهنمائن جي بہ Biographies پڙهي. جيڪو وقت ملي ان ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ پڙهند رهي ۽ ان جو مشاهدو بہ تيز هجي. ماڻهن ۾ وڃي ان جون حالتون ڏسي انهن کان انهن جا مسئلا پڇي جيئن هُن کي خبر پوي تہ ماڻهن جون ضرورتون ڪهڙيون آهن.

هارون: ماما، مونکي اجا گهڻو انتظار ڪرڻو پوندو؟

دلاور: نہ، رهنما ضروري ناهي تہ اُهو ڪٿي اسيمبلين ۾ وڃي، اوهان پنهنجي ڳوٺ، پنهنجي گهٽي، پنهنجي گهر جا بہ رهنما ٿي سگهو ٿا. جيڪو ماڻهن جي مدد ڪري انهن کي راهہ ڏيکاري، اهوئي رهبر آهي.

هارون: (ماسي بيبل کي ايندي ڏسي رهيو هو جيئن ئي ماسي بيبل ويجهو گذري تہ هارون چيو) ماسي اهي ڪاٺيون مونکي ڏئي ڇڏ، مان بہ ڳوٺ ڏانهن وڃان ٿو مونکي کڻڻ ڏي اهي ڪاٺيون.

(هارون ڪاٺيون پنهنجي مٿي تي رکيون، پويون ورائي دلاور کي ڏٺائين، ٻنهي جون نظرون مليون، ٻنهي مشڪيو)

هارون: ٺيڪ آ ماما، گهر هلئون ٿا هاڻي ٿورو ڪم آهي. خدا حافظ.



## ڪهاڻي-6



گدو: مانجهي يار! ڪڏهن تہ اسان وٽ بہ ويهندو ڪر، اسان بہ توهان جا پنهنجا آهيو بابا. تنهنجو پيءُ ۽ منهنجو پيءُ پاڻ ۾ سڳا سؤٽ هئا. تون تہ ابا منهن ڏئي ڳالهائين ئي ڪو نہ ٿو.

مانجهي: نہ ادا، اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ناهي، اجهو مان ويهي رهيس.

گدو: اڙي بخشا، بہ ڪوپ چانهہ جا تہ پيار.

بخشو: اڳي ئي توڏي پنج سئو رپيا رهن ٿا، اهي ڪير ڏيندو؟ روز روز ڀڳو بيٺو آهين مفت جي چانهن پيئڻ.

گدو: اڙي پٽيا، ڏئي ڇڏيندو سانءِ. گذريل مهيني بہ اٺ سئو رپيا نہ ڏنا هئا مانءِ؟

(مانجهي ڏانهن ڏسندي) يار مانجهي، ڪجهہ ڏينهن کان دل ڏاڍي اداس آهي. ملڪ جون حالتون ٻڌان پيو تہ سوچيان ٿو تہ ڪيڏانهن منهن ڪري وڃان.

مانجهي: ڪيڏانهن ويندين؟ تون تہ چڱيءَ طرح ميرپورخاص جو شهر بہ ڪو نہ ڏٺو آهي. آخر ويندين ڪڏانهن؟

گدو: هائو يار، چوين تہ سچ پيو. خير، تون ٻڌاءِ ڇا ڪندو آهين سڄو ڏينهن؟ سڀ ماڻهو هوٽل تي اچي ويهن ٿا، حال احوال ڏين وٺن ٿا. توکي مان ڏسان ٿو جو ٻار ساڻ هوندا اٿئي، پوءِ منجهند جو واپس اچين ٿو وري گم ٿي وڃين، ڳالهہ ڇا آهي؟

مانجهي: ڪجهہ ناهي يار! اسان واري اسڪول ۾ تہ پڙهائي آهي ڪا نہ. ماستر صاحب پنهنجي پگهار مان هر مهيني چار هزار رپيا رشوت طور مٿي آفيس ۾ ڏيندو آهي ۽ پاڻ ڪنهن ٻئي ڌنڌي سان لڳو پيو آهي. تنهن ڪري مان پنهنجي ٻارن کي مڪڻ سمي واري پرائيويٽ اسڪول ۾ داخلا ڏياري آهي. اسڪول جو مالڪ چڱو ماڻهو آهي. هن مونکي اسڪول جي ٻاهران ريڙهو هڻڻ جي بہ اجازت ڏئي ڇڏي آهي. انهيءَ شرط سان تہ ڪائڻ پيئڻ جو شيون صاف سٿريون هجن ۽ صفائي سان تيار ڪيون ويون هجن. مان بہ ايمانداريءَ سان ڪم پيو ڪريان. شڪر آهي گذر سفر چڱو ٿي رهيو آهي. گهر جو ڏهاڙي جو خرچ نڪري پيو وڃي ۽ ٻارن جي فيس بہ.

گدو: واهہ يار واهہ! اسان تہ سمجهيو پئي تہ تون واندو پيو رلين پنين. تون تہ بابا وڏو ڪو هوشيار ماڻهو آهين. پر يار تون ايڏي خواري آخر ڇو پيو ڪٽين؟ روز جو اچ وڃ. ڇا ڪندين ٻارن کي پڙهائي؟ غريب ٻار جا نصيب بہ غريب ئي هوندا آهن. ڏس نہ، اليڪشن سر تي آهي. وڏيون



وڏيون گاڏيون هيڏي هوڏي پيون اچن وڃن. انهن ۾ ويٺل وڏن ماڻهن کي ملڪ جي حالتن جي ڪهڙي پرواهہ؟ يار منهنجي تہ صلاح اٿئي ٻارن جي پڙهائي جي پچر ڇڏ ۽ انهن کي ڪنهن ڪم سان لڳاءِ. اهي پڙهي ڪهڙو آفيسر ٿيندا؟

مانجهي: پهرين ڳالهہ تہ اها آهي تہ مان ٻارن کي ڪمائڻ لاءِ نہ پيو پڙهايان پر چڱي ۽ خراب جي سڃاڻ لاءِ پيو پڙهايان. دوسوءَ جي زال مري وئي، خبر اٿئي تہ ڇو؟

گدو: الائي، ڇو؟

مانجهي: دوسوءَ هڪ تہ غلط دوا پياريس ۽ ٻيو تہ اها بہ پراڻي، جنهن جو مدو پورو ٿي ويو هو. پوءِ جيڪڏهن پڙهي وڃندا تہ گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن دوسوءَ جي زال ائين تہ ڪو نہ مرندي. ٻي ڳالهہ اها تہ منهنجا ٻار آفيسر ڇو نٿا ٿي سگهن؟ ڪميشن جا امتحان ٿيندا آهن. مان انهيءَ جي لاءِ انهن کي تياري ڪرائيندس ۽ هونئن بہ مايوس اهو ٿئي جنهن جو ڪو ڌڻي سائين نہ هجي. منهنجو تہ الله سائين آهي، انهيءَ ڪري مون کي اميد بہ آهي.

گدو: يار چڱو ٿيو جو توسان ڪي بہ گهڙيون ڳالهہ ٿي. اصل دل جو بار هلڪو ٿي ويو. هتي تہ صبح کان شام تائين رڳو مايوسيءَ جون ڳالهيون ئي ٿينديون آهن. ڪالهہ متاري خان ٻڌايو هو تہ ان جي پٽ کي نوڪري نہ ملي، تنهن ڪري هو ۽ ان جا سنگتي ساٿي ووٽ ئي ڪو نہ ڏيندا. هونئن بہ ووٽ ڪو اسان جي ضرورت ٿورو ئي آهن. مان

۽ منهنجو دوست بہ اهوئي سوچي رهيا هئاسون تہ هن دفعي ووٽ ئي نہ ڏبو. يار مانجهي! تنهنجو ڇا خيال آهي؟

مانجهي: يار سچ پڇين تہ سوچيو تہ مون ۽ منهنجي زال بہ اهوئي هو پر منهنجي ڌيءُ ساران جيڪا پنجين درجي ۾ پڙهندي آهي، تنهن اسان جي سوچ بدلائي ڇڏي.

گدو: اهو وري ڪيئن؟!

مانجهي: ڪجھ ڏينهن اڳ مان ۽ منهنجي زال پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئاسين تہ هن دفعي ووٽ ڪو نہ ڏينداسين. اسان جا حال تہ اهڙي جا اهڙا لڳا پيا آهن، بدليو تہ ڪجھ بہ ناهي. انهيءَ تي منهنجي ڌيءُ اٿي آئي ۽ اسان کان انهيءَ موضوع تي ڳالهائڻ لاءِ اجازت ورتائين. مونکي ڏاڍي خوشيءَ گاڏر حيرت ٿي. اسان چيو تہ ها پٽ، تون چئو. اسان کي چوڻ لڳي تہ بابا مان جڏهن کان سمجھ پري ٿي آهيان، تڏهن کان اسان جي گھر جي سامهون هڪ پٿر پيو آهي. اهو تڏهن کان وٺي اتي ئي پيو آهي، ڪجھ بہ بدليو ناهي، چو؟ مون چيو تہ پٽ. اها تہ هڪ بي ساهي شيءِ آهي، اها ڪيئن بدلبي؟ چوڻ لڳي ۽ اسان بابا؟ مون چيو تہ بابا اسان تہ انسان آهيون، ساهوندا آهيون، الله سائين سڄي ڪائنات اسان جي لاءِ ٺاهي آهي ۽ اسان جي وس ۾ آهي. پڇيائين تہ حالتون بہ؟ مان ڳالھ کي سمجھڻ لڳس. چيومانس تہ بابا، ڇا پئي چوڻ گهرين؟ چوڻ لڳي بابا، امان! بدلبو اهوئي ناهي جيڪو بي ساهو هوندو آهي. اسان جون حالتون انهيءَ ڪري نہ پيون بدلجن جو اسان بہ هن پٿر وانگر آهيون. ساھ تہ



ڪٽندا آهيون پر سوچيندا ناهيون. جڏهن ذهن پٿر جا ٿي وڃن تہ پوءِ ڪجھ بہ نہ بدلبو.

ووٽ ڏيڻ يا نہ ڏيڻ، اميرن جي ايتري مجبوري ناهي، جيتري اها اسان جي ضرورت آهي. جيڪڏهن انهن ماڻهن نہ ڪٽيو تہ انهن وٽ وري بہ ايترو پئسو آهي، جو اهي چڱي زندگي گذاري سگهن ٿا. پر جيڪڏهن حالتون خراب بہ ٿيون تہ اهي ملڪ کان ٻاهر هليا ويندا، پر اسان ڪيڏانهن وينداسين؟ انهيءَ ڪري ووٽ ڏيڻ اسان جي ضرورت آهي، تنهن ڪري اڳين دفعي واري ميمبر کي ووٽ نہ ڏيو ڀلي ٻئي ڪنهن کي ڏيو پر ووٽ ضرور ڏيو. حالتون اسان کي بدلائڻيون آهن، حالتون اسان کي ڪو نہ بدلائينديون. اسان جون تہ اکيون ئي پٽجي ويون. اجا تہ پنجين درجي ۾ آهي ۽ ايتري سمجھ پري ٿي وئي آهي. پڙهائي پوري ڪندي تہ معاشري تي ڪيترا سٺا اثر پوندا. اسان تہ يار ووٽ ڏينداسين. پراڻي اميدوار کي نہ پر ڪنهن نوجوان کي، جيڪو سٺي سوچ رکندو هجي.

## ڪھاڻي-7



رمضان: جيئندل پٽ، تڪڙو وڃ، گھران پاڻي جو جڳ ته ڀري اچ، مهمان آيو آهي.

جيئندل: جي بابا!

رمضان: ادا ڀلي آئين، جيءُ آئين! ڪير جوان آهين؟ ڪٿان آيو آن؟

مهمان: منهنجو نالو جاويد آهي. مان توهان جي اسڪول جو ماستر آهيان.

رمضان: هان سائين! جيءُ بسم الله. توهان ڪٿي جا آهيو؟

جاويد: ادا مان گھڻو پري جو آهيان، پنو عاقل جو!

رمضان: يار، اسان جي ڳوٺ جا ماستر ته اسڪول ئي نٿا اچن. توهان ايڏو پري کان ڪيئن آيا آهيو؟

جاويد: مان پنهنجي شهر جي اسڪول جو پرنسپال هيس. ماسترن کي موڪل ڪرڻ نه ڏيندو هيس ۽ اسڪول کي ڪليل رکندو هيس. ان کي اوطاق بڻجڻ نه ڏنم. انهيءَ



ڪري سزا جي طور تي منهنجي بدلي ڪئي وئي آهي.

رمضان: (پاڻي جو گلاس ڏيندي) اڙي بابا، پوءِ ته توهان وڏي ڏچي ۾ اچي ويا. ڇا ڪندؤ هاڻي؟ واپس موٽي وڃو. هرو ڀرو ٻارن ٻچن کي تڪليف ۾ وجھي ڇڏيو. اسان جي علائقي جا ته جيترا به اسڪول آهن سي بند پيا آهن. ڳوٺ ۾ ماستر ته آهن، پر اسڪول نه ايندا آهن. ڏس نه بابا، اهي ڪم سياستدانن جا آهن ته ماسترن کي چون ته اسڪول ۾ اچن. پر انهن جو ڇا وڃي، پنجن سالن ۾ هڪڙو دفعو ايندا آهن ۽ ووٽ وٺي هليا ويندا آهن.

جاويد: ميان رمضان، جيڪڏهن ناراض نه ٿيئن ته هڪ ڳالهه چوان؟

رمضان: هائو بابا، سئو دفعا چئو لک دفعا چئو!

جاويد: هن اسڪول ۾ ڪھڙي سياستدان جو ٻار پڙهي ٿو؟

رمضان: ڪنهن جو به نه بابا! اهي ته چڱن اسڪولن ۾ داخل ڪرائيندا آهن پنهنجي ٻارن کي. هنن اسڪولن ۾ ته رڳو اسان جهڙن غريبن جا ٻار ئي پڙهندا آهن. انهن جا ٻار پڙهن ها ته پوءِ ماستر نه ته اچن ها!

جاويد: مطلب ته توهان اهو ته مڃو ٿا ته، سياستدان به پنهنجا ٻار پڙهائڻ گھري ٿو ۽ جنهن اسڪول ۾ ان جا ٻار هوندا اتي ماستر به ايندو؟

رمضان: هائو بابا! بلڪل، سئو سيڪڙو سچ!

جاويد: ته پوءِ توهان ماستر کي ڇو نٿا چئو؟ توهان جي ڳوٺ جو ئي ته آهي.

رمضان: نه بابا نه! صفا اصل ناراض ٿي ويندو. هڪ دفعي موسيٰ

چيو هيس، اڄ تائين ان کي هٿ بہ نٿو ڏئي. اهو تہ ابا سياستدانن جو ڪم آهي.

جاويد: ميان رمضان، سياستدان تہ پنهنجي ٻارن کي سياستدان بڻجي نہ، پر پيءُ تي پڙهائي ٿو. توهان پنهنجي ٻارن لاءِ نٽا سوچيو تہ پوءِ ٻيو ڪير ڇاجي لاءِ سوچيندو؟

رمضان: بابا، باقي ووٽ ڇاجي لاءِ ٿو وٺي پيو؟ نہ اچي اسان وٽ، اهو ڪم اسان جو ڪونهي، اهو تہ هُن جو ڪم آهي. هتي اچي ۽ ماستر کي چوي تہ پڙهاءِ ۽ ان جي روزاني نگراني ڪري.

جاويد: ميان رمضان، توکي ماستر جي ناراضگي جو خيال آهي، پنهنجي ٻارن جو ناهي. سياستدان توهان کان ووٽ وٺي ٿو گڏيل ڪمن جي لاءِ. مثال طور هن توهان جي لاءِ اسڪول ٺهرايو، انهيءَ ۾ ماستر رکرائي ڏنو تہ جيئن توهان ڳوٺاڻن جا ٻچا پڙهن. پوءِ جيڪڏهن توهان انهن کان ذاتي ڪم وٺندؤ تہ اها زيادتي ٿيندي. (ڪلندي) سياڻي توهان چوندؤ تہ بابا اسان کي گهر جو سيدو سامان بہ روز پهچائي وڃ.

رمضان: اڙي بابا، تون اڃا هتي نئون آيو آهين. توکي خبر ئي ناهي تہ هيءُ ماستر اسان جي ايم پي اي جو لاڏلو آهي. اليڪشن ۾ هن جي ڊيوٽي لڳندي آهي. پولنگ تي هيءُ اسان جي سياستدان کي ڪوڙا ووٽ بہ ڏياريندو اٿس. شام جو نپا شروع ٿي ويندا آهن، تنهن ڪري هو ان کي ڪجهہ بہ نہ چوندو مون کي سچي خبر آهي. اصل ڪٽي ماٺ ڪري ويهہ.

جاويد: پهرين ڳالهہ اها تہ اهو ماستر پولنگ تي ڊيوٽي ڏيندو



آهي، ووٽر ناهي آڻيندو. جڏهن تہ توهان ووٽر آهيو. جڏهن توهان سياستدان کي چوندؤ تہ بابا اسان جا ٻار رلي رهيا آهن، انهن جو مستقبل تباهہ ٿي رهيو آهي، جيڪڏهن ماستر اسان جي ٻارن کي نہ پڙهائيندو تہ ووٽ بہ توهان کي ڪو نہ ملندا. پوءِ ڏسو تہ ووٽر ڪيئن نٿو ان کي پابند بڻائي. توهان جي ووٽ جي اهميت هن جي ڊيوٽي کان وڌيڪ آهي، ڪنهن کان ووٽ ڪسي هو ڪنهن سياستدان کي تہ نہ ڏياري سگهندو نہ. ٻيو اهو تہ جڏهن اسان مان ڪو ماڻهو ووٽ ڏيڻ نہ ويندو تہ شام جو اهو ماستر اسان جو ووٽ، نپو هڻي، ڪنهن ٻئي سياستدان جي حق ۾ ڏئي ڇڏيندو. ايئن ووٽ نہ ڏيڻ جو مقصد اهو ٿيو تہ توهان جنهن کي پسند نٿا ڪريو، تنهن کي مفت ۾ ووٽ ڏئي رهيا آهيو. انهيءَ ڪري پنهنجو ووٽ ڪيئن بہ ڪري ضرور ڏيو. پوءِ ڀلي ڪنهن کي بہ ڏيو. ٽين ڳالهہ اها تہ ووٽ ذات ۽ ٻوليءَ جي بنياد تي نہ، پر گڏيل مسئلي جي بنياد تي ڏيو. مثال طور اسڪول جو مسئلو هڪ گڏيل مسئلو آهي، هڪڙو ڪو ڳوٺ جو مسئلو آهي. وري ٻئي پاسي اهو مسئلو بہ ٿي سگهي ٿو تہ توهان جي تعلقي جي اسپتال صحيح نہ پئي هلي، توهان جي علائقي ۾ ڪاليج نہ آهي، ڇوڪرين جو اسڪول نہ آهي، وغيره. تہ اهڙي قسم جي مسئلن کي بنياد بڻايو. اوسي پاسي جي ڳوٺن جا سيئي ماڻهو گڏجي هڪ ٿي وڃو. ڏسندي مهيني اليڪشن آهي. پنهنجي دوستن کي راضي ڪريو تہ هن دفعي نہ ذات تي ۽ نہ ٻوليءَ، تي پر ڪنهن Issue جي بنياد تي ووٽ ڏيندا.

## کهاڻي_8



گاهي: اوم پٽ، ڪيئن آهين؟ حيدرآباد مان ڪڏهن آئين؟ ڊاڪٽر ٿي وئين يا اڃا پڙهائي هلي پئي؟

اوم: چاچا، اڃا ٻه ڏينهن ٿيا آهن، پڙهائي ته پوري ٿي وئي آهي. باقي اڃا هائوس جاب ڪرڻي آهي.

گاهي: ايئن ابا! الله خوش رکنديئي. تون اسان جي ڳوٺ جو پهريون ئي ڊاڪٽر ٿيندين. توهان جي پيءُ کي شاباس آهي، ڪيئن نه بکون ڪاٽي به توهان ڀائرن ۽ ڀينرن کي پڙهايو اٿس.

اوم: جي چاچا، ڀڳوان جي ڪرپا آهي. بابي واقعي به بکون ڪاٽي اسان کي پڙهايو آهي ۽ مثال قائم ڪيو آهي ته، جيڪڏهن ارادا اٽل هجن ته حالتون ۽ مسئلا انهن جي اڳيان گوڏا کوڙين ٿا.

گاهي: سچ ڳالهه ته اها آهي ته توهان جي پيءُ ته محنت ڪئي



ئي آهي، پر توهان به محنت سان پنهنجي پيءُ جو نالو روشن ڪيو آهي. بابا گهر ويٺو آهي چاچا؟

اوم: نه چاچا، بابا اوطاق ويو آهي. سائين امتياز ڪراچيءَ کان آيو آهي، انهيءَ سڏايو هئس.

گاهي: چڱو پٽ، مان هلان ٿو بانهين اچي ته ٻڌائي ڇڏجانس.

(اوم به گڏگڏ هلڻ لڳو)

گاهي: ڪيترن ڏينهن لاءِ آيو آهين؟

اوم: چاچا هاڻي ته آيو آهيان. اليڪشن کان پوءِ ويندس.

گاهي: وڇ پٽسان! سڃا سارا ويهه ڏينهن! ڇا ڪندين ايترا ڏينهن؟ تون ته گهران به ڊاڍو ڏکيو ٿو نڪرين. ايترا ڏينهن واندو ڪيئن گذاريندين؟

اوم: واندو ڪٿي آهيان چاچا؟ مان هن دفعي پنهنجي ڳوٺ جي نوجوانن لاءِ هڪ نئون مثال قائم ڪرڻ گهران ٿو.

گاهي: هاهاها...! مثال؟ اڙي بابا تون ته مثال ان وقت قائم ڪندين جڏهن اسان جا ڇورا انهيءَ مثال کي مثال سمجهندا. اهي ٽي وي کان پري وڃن ئي ڪو نه ٿا. خير، يلا ٻڌاءِ ته سهي ڪيئن مثال قائم ڪندين؟ انهن جهڙو ٿي ته مثال قائم ڪو نه ڪندين؟ هاهاها....!

اوم: نه چاچا نه! ايئن ناهي. اسان جي ڳوٺ جا ڇوڪرا مون جهڙا يا مون کان به وڌيڪ هوشيار آهن. فرق رڳو ايترو آهي ته انهن جا پيئر منهنجي پيءُ جهڙا نه آهن. مان به انهن جهڙو ئي هجان ها جيڪڏهن منهنجو پيءُ مون ڏانهن ڌيان نه ڏئي ها. ٻار ته اهڙائي ٿيندا آهن، جهڙو انهن

ڪي انهن جاپيءَ ماءُ ٻڌائيندا آهن.

گاهي: شاباس پٽ! ڳالھ تہ اصل لک جي ڪتي اٿئي. هاڻي وڏيڪ لڇي نہ ڪري، مثال ٻڌاءِ.

اومر: سڄي سنڌ ۾ ووٽ ڏيڻ جي شرح 20 کان 30 سيڪڙو آهي. يعني سئو مان رڳو ويھ يا ٽيھ ماڻھو ووٽ ڏين ٿا. هاڻي سوال اهو ٿو ٿئي تہ باقي ستر ماڻھو ڪيڏانهن ويا؟

گاهي: توکي ڪيئن خبر پئي تہ ايترا ماڻھو ووٽ ڏيندا آهن؟ اليڪشن جي ڏينهن تي ڇھ ست هزار ماڻھو تہ رڳو اسان جي پولنگ تي هوندا آهن. تنهنجو ڇا خيال آهي تہ ڏھ ويھ هزار ماڻھو هوندا.

اومر: چاچا پڙهڻ لکڻ جو اهوئي تہ فائدو آهي تہ انسان هر شيءِ کي پڙهي سگهي ٿو. ظاهر ڳالھ آهي تہ مون بہ اها ڳالھ ڪٿي پڙهي هوندي، سڄي سنڌ ۾ پاڻ تہ وڃي ڪو نہ ڏٺو هوندو. ٻي ڳالھ اها تہ اسان جي پولنگ تي ڪل اڍائي هزار ووٽ آهن. توهان ڪٿان کان ڇھ هت هزار ڏسي ورتا؟

اصل ڳالھ هيءَ آهي تہ اسان ٻڌل ڳالهين تي گهڻو ڪن ڏيندڙ قوم آهيون. جيڪڏهن ڪير ڪنهن کي ٻڌائي تہ فلاڻي جاءِ تي سئو ماڻھو بيٺا آهن تہ، هو وري اڳتي بہ سئو ڪري ٻڌائيندو. جيڪڏهن پنجاھ ماڻهن کي هڪ جاءِ تي بيهاريو وڃي تہ اهي گهڻا نہ ٿي ويندا آهن. پوءِ ڪو انهن کي ڳڻڻ ڪانسواءِ اندازو ڪندو تہ اهو ٽي چار سئو جو اندازو لڳائيندو.



گاهي: وچ! مٿي ۾ سور پئجي ويو مونکي تہ. انگريز، الائي تہ ڇا پيو چئي.

اومر: (مشڪندي) ڇا سمجھ پريو ٽيڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ انسان انگريز هجي؟ انگريز تہ ڪڏهوڪا هليا ويا، پر اسان اڃا تائين انهن جا ذهني طرح غلام بڻيا پيا آهيون.

گاهي: چڱو هاڻي يا تہ گهر وڃ يا ڳالھ ٻڌاءِ. سچي، مغز ۾ ڏک پيا ٿا لڳن.

اومر: هاهاها......چاچا، مغز ۾ ڏک ڪيئن پيا لڳن؟ چاچا مون هڪ پروگرام ناهيو آهي تہ هن دفعي مان ۽ ڳوٺ جا ڪجھ ڇوڪرا ملي ڪري پنهنجي ڳوٺ ۾ سئو سيڪڙو ووٽ ڏيارينداسين.

گاهي: اڙي ڏانڊلي ڪرائيندين ڇا؟ پوءِ تہ بہ سئو سيڪڙو ووٽ بہ ڏياري ويندين. پڙهي لکي جيڪڏهن بيماني ڪرڻي هئي تہ پوءِ پنهنجي پيءُ کي ڏکن ۾ ڇو وڌئي؟

اومر: چاچا، هڪ تہ توهان پوري ڳالھ ٻڌو ئي ڪو نہ ٿا، مٿان وري جلديءَ ۾ پنهنجي حساب سان فيصلو ٻڌائي پيا ڇڏيو.

گاهي: نہ تہ ٻيو ڇا مطلب آهي؟ ٻڌاءِ؟

اومر: اسان جي پولنگ تي اسان جي ڳوٺ جا نو سئو ووٽ آهن. گذريل اليڪشن ۾ اسان جي ڳوٺ مان بہ سئو جي لڳ ڀڳ ووٽ ڏنا ويا، جيڪي ويھ کان پنجويھ سيڪڙو جي وچ ۾ آهن. منهنجي ڪوشش آهي تہ نو سئو جا نو

سئو ئي ووٽ ڏنا وڃن. ڀلا ايترو نہ ٿئي تہ گهٽ ۾ گهٽ پنجاهہ سيڪڙو تہ هجن.

گاهي: اهو ڀلا ڪيئن؟

اومر: اليڪشن واري ڏينهن اسان ڳوٺاڻن کي خبر هوندي آهي تہ اسان کي ووٽ ڏيڻو آهي. انهيءَ ڪري سڀڪو پنهنجي ليکي نڪرندو آهي. انهيءَ جي ڪير بہ نگراني نہ ڪري رهيو هوندو آهي. مون پنهنجو پلان ڪجهہ اهڙيءَ طرح جوڙيو آهي تہ اسان جي ڳوٺ ۾ ڇهہ پاڙا آهن. تنهن ڪري مان هر هڪ پاڙي مان ٻن ڇوڪرن جي ٽيم ٺاهيندس.

گاهي: هون.....پوءِ؟

اومر: هر پاڙي جي ووٽرن جا نالا، انهيءَ جي ووٽ نمبر سان گڏ، ٽيمن جي حوالي ڪيا ويندا. اليڪشن جي ڏينهن هر ٽيم جو هڪڙو ڇوڪرو پولنگ تي هوندو ۽ هڪڙو پاڙي ۾. ٻنهي جو پاڻ ۾ فون تي رابطو رهندو. پاڙي واري ٽيم جي ميمبر جو ڪم پنهنجي لسٽ جي سڀني ماڻهن کي پولنگ تي پهچائڻ هوندو ۽ پولنگ تي جيڪو ميمبر هوندو سو انهيءَ ڳالهہ جي نگراني ڪندو تہ ڪيترا ووٽ ٿي ويا. جيڪڏهن ڪو پوئتي رهجي ويو آهي تہ ان کي شام کان پهريان ووٽ ڏيارڻ جي ذميداري ان جي هوندي. مان پولنگ اسٽيشن جي ٻاهران ويهندس. سموري ٽيم هر ڪلاڪ جي صورتحال کان مونکي واقف ڪندي. اهڙي طرح اسان سئو سيڪڙو نہ تڏهن بہ ستر سيڪڙو ووٽ تہ ڏياري ئي وينداسين.



گاهي: يار، منشي جو پٽ تہ ڏاڍو هوشيار ٿي ويو آهي. ڇا اهي ڳالهيون اتي پڙهائيندا آهن؟

اومر: نہ چاچا.

گاهي: پوءِ؟ چڱو هاڻي اهو تہ ٻڌاءِ ايتري خواري کڻڻ جو توکي ڪهڙو فائدو ٿيندو؟

اومر: اها خواري نہ آهي چاچا، پر اها تہ اسان جي ذميداري آهي. اسان ماڻهن کي انهيءَ لاءِ نہ پيا چئون تہ ڪنهن خاص اميدوار کي ووٽ ڏيو. پر اسان انهن کي اهو ٿا چئون تہ ووٽ ڏيو. پوءِ ڀلي پنهنجي مرضيءَ سان ڪنهن کي بہ ڏيو، پر ڏيو ضرور.

گاهي: شاباس پٽ، الله شال آباد رکئي!

اومر: چاچا، ڳوٺ مان نڪرڻ سان اهو فائدو ٿيو آهي تہ منهنجي سوچ "مان" کان "اسان" ۾ بدلجي وئي آهي. پڙهڻ تہ پنهنجي لاءِ ويو هئس، پر اتي رهي توهان سڀني جو خيال ايندو هو. پنهنجن ۽ پراون ماڻهن جو مشاهدو ڪيم تہ انهيءَ نتيجي تي پهتس تہ اسان کي هرجاءِ، هر ميدان ۾ هر مرحلي تي منظم ٿيڻو پوندو. اسان ٻين ماڻهن کان گهڻو پوئتي آهيون. اسان انهيءَ جي لاءِ ميار ڀلي کڻي ڪنهن کي بہ ڏيون، پر سچ اهو آهي تہ اسان پاڻ ئي منظم نہ آهيون. مون کي پهريون دفعو موقعو مليو آهي تہ پنهنجي ذميواري کي نڀايان ۽ مان انهيءَ لاءِ پوري ڪوشش ڪندس. رهنمائي ڪرڻ جا گرَ بہ تڏهن ايندا آهن. جڏهن توهان پنهنجو پاڻ کي "مان" مان ڪڍي "اسان" ۾ آڻيندا آهيو.

ڪهاڻي_9



قاضي: ها سائين! بلڪل ڏينداسين، توهان کي نه ڏينداسين ته ٻيو ڪنهن کي ڏينداسين؟ حاضر سائين!

اميدوار: قاضي صاحب، انشاءَالله مون ڪٽيو ته توهان جي ڳوٺ کي پئرس ڪري ڇڏيندس.

قاضي: واهه سائين واهه! پوءِ ته اسان سڀني جا ووٽ توهان کي آهن.

اميدوار: قاضي صاحب، مان هلان ٿو! اليڪشن جي ڏينهن ملاقات ٿيندي.

قاضي: بلڪل سائين، بي فڪر ٿي وڃو!

(قاضي صاحب اميدوار سان گڏگڏ تقريباً پڇڻ واري رفتار سان هلندي گاڏي جو دروازو کولي، اميدوار کي ويهاريو ۽ دروازو بند ڪري ٻنهي هٿن کي ٻڌي، اڳتي ٿورو نوڙي روانو ڪيو ۽ گاڏي جيئن ئي موڙ کان مڙي ته



سڏ ڪيائين)

قاضي: اڙي ڇورا، چانهه جو ڪوپ ته پيار! ڏسو يار، هنن سياستدانن جي به خبر ئي نٿي پوي، پاڻ به اچن ٿا ۽ پاڻ سان گڏ ٻه سئو ماڻهو به آڻن ٿا. غريب ماڻهو ووٽ به ڏئي ۽ وري انهن کي چانهه ۽ ماني به کارائي. هن اليڪشن ۾ رڳو اميدوار کي چانهه پيارڻ تي به ستن اٺن هزارن جو خرچ اچي ٿو وڃي ۽ آخر ۾ ڪو ڪم به نٿا ڪن.

واحد بخش: چاچا، توهان پهرين ٽن اميدوارن کي به پڪ ڏياري ۽ ايئن ئي انهن جو به آڏرڀاءُ ڪيو ۽ ووٽ جو به واعدو ڪيو!؟

قاضي: اڙي ڇورا، توکي ناهي خبر زماني جي بابا. سڀ ڪجهه ڪرڻو پوندو آهي پٽ. سڀني کي هائو ڪرڻي پوندي آهي، نه ته اهي ماڻهو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيندا.

واحد بخش: چاچا، مان توهان جي ڳالهه سان متفق نه آهيان.

قاضي: اڙي، تون پنج درجا چا پڙهيو آهين، هر وقت پاڻٽئون وڏن سان بحث ويٺو ڪرين؟ وڏن جي بي عزتي پيو ڪرين! ٻئي به ته آهن نه؟ سڀئي چپ ويٺا آهن، ڪنهن به ڪا اونهن ڪئي چا؟ منهنجي مرحوم پياءُ جو پٽ نه هجين ها ته ڳوٺ مان تڙي ڪڍي ڇڏيانءِ ها.

واحد بخش: (اٿي ڪري ويجهو اچي ويهي ٿو) چاچا، توهان منهنجا چاچا نه پر پيءُ آهيو. مون کي توهان ئي ته پڙهايو لکايو ڪڏهن به ابي جي کوٽ محسوس نه ڪرڻ ڏني.

قاضي: هان، ته انهيءَ اهو صلو پيو ڏئين مونکي؟ پاڻٽئون وڏن جي

اڳيان وات ٿو ڪرين؟

واحد بخش: چاچا، جيڪڏهن توهان رڳو ٻہ منٽ منهنجي ڳالهہ ٻڌو تہ مهرباني ٿيندي توهان جي، توهان پوءِ پاڻ ئي فيصلو ڪجو تہ مان صحيح پيو چوان يا غلط.

(نڙيءَ تي هٿ رکندي) رڳو ٻہ منٽ!

قاضي: (ٽڏو ٿيندي) چڱو.....چئو چا ٿو چوڻ گهرين؟

واحد بخش: هيءُ چوٿون اميدوار هئو جيڪو ٻن ڏينهن دوران اسان جي ڳوٺ ۾ آيو آهي. سڀني جون لڳ ڀڳ ساڳيون ئي ڳالهيون هيون ۽ توهان ٻہ سڀني کي هڪڙو ئي جواب ڏنو. ووٽ تہ هڪڙو ئي ڏيڻو آهي تہ پوءِ چئن ماڻهن کي آسرو چا لاءِ؟

قاضي: پٽ، تون نٿو سمجهين، گهڻو وقت شهر ۾ گذاريو اٿئي. شهر ۽ ڳوٺ ۾ وڏو فرق هوندو آهي. هاڻي چا گهر آيل مهمان جي بي عزتي ڪريان؟ اها اسان جي سڃاڻ آهي. سڀني کي خبر آهي تہ اسان مهمان نواز آهيون، دنيا انهيءَ ڳالهہ کي مڃي ٿي.

واحد بخش: مان ڪو اهو ٿورو ئي ٿو چوان تہ انهن کي بي عزتو ڪري ڪڍو. چاچا مان تہ.....

قاضي: (ڳالهہ ڪٽيندي) اڙي تہ پوءِ ايتري دير کان ٻيو چا پيو چوين؟

واحد بخش: چاچا، اهوئي تہ مسئلو آهي تہ توهان ٻئي جي ڳالهہ کي پورو ٿيڻ ئي نٿا ڏيو. ڳالهہ اجا تہ اڌ تي آهي. توهان ٻن لفظن کي وٺي ڪري پنهنجو مطلب ڪڍي پيا وٺو.



توهان مهرباني ڪري رڳو ٻن منٽن لاءِ منهنجي ڳالهہ ٻڌو.

قاضي: چڱو چئو!

واحد بخش: مان چوان پيو تہ اها ڳالهہ صحيح آهي تہ اسان مهمانواز آهيون. انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي. جيڪو بہ توهان وٽ اچي، توهان ضرور ان جي عزت ڪريو ان کي ماني کارايو ان سان چڱي نموني ڳالهايو انهن سان گاڏي تائين هلي وڃون. مون کي اعتراض انهيءَ ڳالهہ تي آهي تہ جڏهن توهان هر ڪنهن سان واعدو ڪريو تہ توهان کي ووٽ ڏينداسين تہ اهو ڪوڙ ۾ شامل ٿي ويندو آهي. ماڻهو چريا ڪونهن، اهي سمجهي ويندا آهن تہ ڪير چا آهي ۽ ڪنهن کي ڪيتري عزت ڏيڻي آهي. توهان جنهن کي ووٽ ڏيڻ گهرو ٿا، تنهن سان هائو ڪريو باقي ٻين کي عزت ڏيو ۽ ووٽ ڏيڻ کان لاچاري ڏيکاريو تہ اسان فلاڻي کي ووٽ ڏيڻ جو واعدو ڪيو آهي. گاڏي جو دروازو کولڻ ۽ نوڙڻ عزت ڏين ۾ شامل ناهي. اهي تہ غلامن جون نشانيون آهن.

قاضي: بابا، جيڪڏهن تن کي جواب ڏيان تہ اهي تہ دشمن ٿي پوندا، هرو ڀرو تنگ پيا ڪندا.

واحد بخش: پهرين ڳالهہ تہ اها آهي تہ ذليل ٿيڻ کان ڀلو آهي تہ ماڻهو عزت سان ڦاسيءَ تي چڙهي وڃي. ٻيو تہ ايئن بہ ناهي تہ اهي توهان جا دشمن ٿي وڃن ۽ ٽين ڳالهہ اها جيڪڏهن توهان انهن کي جواب ڏيندؤ تہ اليڪشن جي

وقت توهان سان ڪو وڙهندا ڪو نه.

قاضي: هائو ايئن ته آهي، پر اليڪشن کان پوءِ ته تنگ ڪري سگهن ٿا نه!

واحد بخش: گذريل ڇهن اليڪشنن ۾ آخر ڪو نه ڪو ته اسان جي پولنگ تان ڪٽيو آهي نه؟ ته پوءِ ٻئي جيڪي هئا، ڇا انهن کي خبر نه پئي ته توهان انهن سان ڪوڙ ڳالهايو هو ۽ ووٽ ڪنهن ٻئي کي ڏنو هو؟ پوءِ انهن توهان کي ڪجهه ڪيو هو ڇا؟

قاضي: نه، ڪيو ته ڪجهه به نه هو!

واحد بخش: ته انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته اها ڳالهه اسان جي ذهن ۾ ننڍپڻ کان ويهاري وئي آهي، پر حقيقت ۾ ايئن نٿو ٿئي.

(اڃا واحد بخش جي ڳالهه پوري ئي ڪو نه ٿي هئي جو هڪ ٻئي اميدوار جي اچڻ جي خبر آئي. قاضي صاحب دروازي تي ويجي، ان کي ڀليڪار ڪئي ۽ عزت سان اندر وٺي آيو.)

اميدوار: سائين اسان وڏيون اميدون کڻي آيا آهيون. توهان جي وڏڙن سان اسان جا سٺا لاڳاپا هئا، بس اسان کي نااميد نه ڪجو.

قاضي: سائين سئو دفعا اچو هيءُ توهان جو پنهنجو گهر آهي پر اسان اڳي ئي ڪنهن سان واعدو ڪري چڪا آهيون. اسان توهان سان ڪوڙ ڳالهائڻ نٿا گهرون. جڏهن اسان سمجهنداسين ته توهان اسان جو خيال رکو پيا ته اسان



ضرور توهان کي ووٽ ڏينداسين.

(هاڻي اميدوار وٽ ويهڻ جو ڪو سبب نه هو بنا چانهه پيئڻ جي اميدوار وڃڻ جي اجازت گهري. قاضي صاحب ۽ ٻئي ماڻهو اميدوار سان گاڏي تائين گڏجي آيا. ان سان چڱي طرح موڪلايو. اميدوار پاڻ ئي دروازو کولي پنهنجي گاڏي ۾ ويٺو ۽ گاڏيون روانيون ٿي ويون. قاضي صاحب واحد بخش ڏانهن ڏسندي پنهنجي چپن تي مسڪراهٽ آندي. ڪلهن کي مٿي ڪيو. مڇن کي وٽ ڏنو ۽ اعتماد سان گهر ڏانهن راهي ٿيو.)



شاهي: ڪهڙا ڇا آهن ميان حضوري خان؟ ڪٿي گم ٿي ويو هئين؟ نظرئي نہ پيو اچين؟ آهي تہ پيو مڙئي خير نہ؟

حضوري: اڙي يار شاهي، ڇا ٿو پيو پڇين؟ ڏاڍو پريشان آهيان، منهنجو پٽ پڙهائي پوري ڪري آيو آهي. ٻن مهينن کان گهر ۾ وينو آهي. نہ ڪنهن سان ملي ٿو نہ ڇا، گهر ۾ بہ باهہ ٻاري ڏني اٿس. سڄو ڏينهن ماءُ ۽ ڀينرن سان جهيڙو لايون وينو آهي. هر ڳالهہ تي جاهل هجڻ جو طعنو ڪم جو چئو تہ نهہ پهہ چئي ڏئي تہ مان هيڏو پڙهيل لکيل ٻنيءَ جو ڪم ڪندس ڇا؟ انهيءَ ڏينهن مون چيس تہ بابا اسان جو ايم پي اي صاحب آيو آهي، هل تہ ان سان ملي اچون تہ انهيءَ تي بہ ڪاوڙجي پيو تہ مان ڪنهن جو نوڪر ناهيان جو هلان. ڇاجي لاءِ غلامي ڪريان، ڪير در تي لڙي اچي ٿو تہ انهيءَ سان بہ وڙهي پوي ٿو.

شاهي: تون الڪو نہ ڪر. هڪ ڪم ڪر، شام ان کي زمين تي



وٺي اچ. اتي ملنداسين. هتي هوندو تہ پهريان تہ گهر مان نڪرندو ڪو نہ، پر جي نڪرندو تہ وري گهر هليو ويندو.

حضوري: ٺيڪ آهي. ڀلي ڪجهہ ڪر يار، منهنجو هڪڙو ئي پٽ آهي. مان تہ ڪيس پڙهائي پڇتايان پيو.

(شام جو حضوري آصف کي وٺي ٻني تي پهچي ٿو. شاهي کي ڏسي ايئن ملي ٿو جڻ تہ اوچتو ملاقات ٿي هجيس)

حضوري: آصف پٽ، هي شاهي چاچو آهي. سڃاڻئي ان کي؟ تون جڏهن ننڍو هوندو هئين تہ هيءُ ئي توکي اسڪول کان گڏ وٺي واپس ايندو هو.

آصف: جي، مونکي چڱي طرح ياد آهي، هي اهو آهي جيڪو توهان جو اهو ئي اڪيلو دوست هو جيڪو مونکي تمام گهڻو پيار ڏيندو هو ۽ مونکي ڏاڍو سٺو لڳندو هو ۽ اڄ بہ سٺو لڳندو آهي. واپسي تي اسان جو پاڻ ۾ وڏو بحث ٿيندو هو ۽ مان سدائين چاچي کان کٽي ويندو هئس. توهان سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي.

شاهي: هان! مطلب تہ توکي سڀئي ڳالهيون ياد آهن. چڱو هڪ دفعو وري بحث ٿي وڃي.

آصف: ڪهڙي ڳالهہ تي بحث؟ ڪو موضوع ئي ناهي ۽ جيڪڏهن هجي بہ ها، تڏهن بہ مان توهان کان کٽي وڃان ها.

شاهي: (مشڪندي) چڱو هڪ دفعو تون وري بہ کٽي وڃ ۽ مان هڪ دفعو وري هار کاوان ٿو.

آصف: (خوش ٿيندي) آخر موضوع ڪهڙو آهي؟

شاهي: موضوع تہ ناهي باقي هڪ مسئلو آهي.

(ان ڪانپوءِ اهي سموريون ڳالهيون جيڪي حضوري ساٿس ڪيون تن بابت ان کان پڇي ٿو)

آصف: تہ انهيءَ ۾ غلط ڳالهہ ڪهڙي آهي؟ مان پڙهيل لکيل آهيان. جاهلن جون ڳالهيون ٻڌي مونکي نفرت ٿيندي آهي، ڪو بہ ڍنگ سان ڳالهائي نٿو. ابو چوي ٿو تہ ننڍپڻ جي دوستن سان ملان. مان ڇا ٻڌايان؟ اهي تہ اج بہ جيئن جو تيئن آهن: ڪا راند ڪيڏڻ لاءِ چئو تہ اهائي ونجهہ وٽي، اٽي ڏڪر، بلورا! مان پڙهڻ لکڻ ڪانپوءِ بہ اهي رانديون ڪيڏان تہ منهنجي پڙهڻ جو ڪهڙو فائدو؟ ابو چوي پيو تہ مان پينون سنڀاليان. جيڪڏهن اهوئي ڪم ڪرائڻو هيس تہ پوءِ پڙهايائين ڇو؟ امان چوي پئي تہ شادي ڪريان، پينرون چون پيون تہ اسان کي پڙهاءِ. هاڻي مان انهن کي ويهي ”ايف بي“ پڙهايان؟ منهنجو ضمير مونکي ملامت ٿو ڪري تہ مان پڙهي لکي خسيس ڪم ڪريان. هاڻي ڏسو نہ، ڪجهہ ڏينهن پهريان بابا چون پيا تہ مان ايم پي اي سان هلي ملان. پلا اها بہ ڪا ڳالهہ آهي؟ توهان هوندا انهن جا غلام، مان تہ نہ آهيان. ڇو وڃان ان وٽ، ان جي ڪهڙي حيثيت آهي؟ اسان جي ووٽن سان ڪٿي ٿو ۽ اسان وري ان وٽ وڃون؟ اهڙن ماڻهن کي تہ مان نوڪر بہ نہ رکان. ڇڏيو ڇاڇا، توهان بہ مون کي مايوس ڪري ڇڏيو. سوچيو هئم تہ توهان سان بحث ڪري مزو ايندو، پر مان اهو وساري وينو هيس تہ توهان



اج بہ اتي ئي آهيو جتي ڪالهہ هئا. جڏهن پيو ڪجهہ بہ ناهي بدليو تہ توهان ڪيئن بدلبؤ؟

شاهي: مونکي پنهنجي تعليمي نظام تي سدائين شڪ هوندو هو، پر هاڻي پڪ ٿي وئي تہ انهيءَ تعليمي نظام سان قائداعظم ۽ گانڌي نہ پر گڏهہ ۽ ڪلارڪ پيدا ٿي رهيا آهن. پڙهيل لکيل ۽ اڻ پڙهيل ۾ ايئن فرق هوندو آهي، جيئن سوجهري ۽ اونداهي ۾: اس ۽ ڇانوَ ۾. پر مونکي لڳي ٿو تہ اسان جو تعليمي نظام اونڌو هلي رهيو آهي. اونداهيءَ جي جاءِ تي ٻاٽ اوندهہ ۽ اس جي جاءِ تي قيامت جي ڏينهن جي گرمي پيدا ڪري رهيو آهي.

آصف پٽ، سامهون انب جي وڻ ڏانهن ڏس: ان جي ميوي جي ڪري ان جا ڏار نوي زمين سان ٺهڪي رهيا آهن. هوڏانهن ٻئي پاسي واري وڻ ڏانهن بہ ڏس. اهو ايترو تہ ڊگهو ٿي ويو آهي جو ان جا ڏار پنهنجي پاڙن کان گهڻو پري هليا ويا آهن. جيڪو جيترو سمجهہ ڀريو هوندو آهي، سو ايترو ئي ذميوار بہ هوندو آهي. هڪڙو جاهل وڏيرو پنهنجي دولت ۽ طاقت جي ڏڍ تي ماڻهن سان نفرت بہ ڪندو آهي ۽ پري بہ رهندو آهي. هو پاڻ اندران پورو آهي. جيڪڏهن ان کان اهي سڀئي شيون کسيون وڃن تہ اهو بس اسٽاپ تي پنڻ واري فقير کان بہ ڪمزور نڪرندو، ڇو تہ هو پنهنجو پاڻ ڪجهہ بہ نہ آهي. اهڙي طرح تو جهڙا ماڻهو چار جماعتون پڙهن ٿا تہ انهيءَ کي ماڻهن کان نفرت ڪرڻ لاءِ پنهنجو هٿيار بڻائي وٺن ٿا ۽ پنهنجو پاڻ کي وڏو سمجهڻ لڳن ٿا.

آصف: چاچا، هيءَ ڪهڙيون اجايون ڳالهيون پيا ڪريو؟

شاهي: پهريان مونکي منهنجي ڳالهه پوري ڪرڻ ڏي. ننڍپڻ ۾ به تون مونکان ڪڏهن ڪين ڪٽيو پر مان پاڻ ئي هارئيندو هيس ته جيئن توکي ڪٽڻ لاءِ چاهه يا سکڻ جي خواهش پيدا ٿئي، پر مان غلط هيس. شايد مون توکي بگاڙي ڇڏيو. ونجهه وٽي، اسان جون پنهنجون رانديون آهن. جن کي اسان ايجاد ڪيو. اٽي ڏڪر، اسان کي انهيءَ تي ناز آهي. محلات جي ڇت تي بيهي پنهنجي جهوپڙي کان نفرت نه ڪرڻ گهرجي. ڪرڪيٽ به اٽي ڏڪر وانگر ئي هڪ راند آهي. ڇا اها انهيءَ ڪري ڀلي آهي ته ان کي انگريز کيڏن ٿا؟ تنهنجي پيءُ توکي وڌيڪ پڙهڻ لاءِ انهيءَ ڪري موڪليو هو ته پهريان تون بدلجين ۽ پوءِ هن ماحول کي بدلائين، پر تون ته پنهنجي پيءُ جي ڪمايل حلال روزيءَ سان پنهنجي ماءُ، ڀينرن ۽ دوستن لاءِ نفرت خريدي آيو آهين. توکي به ته ڪنهن پڙهيل لکيل ئي "الف ب" سيکاري هوندي. جيڪڏهن ان وقت هو انڪار ڪري ويهي ها ته پوءِ تون اسان سان خوش هجين ها.

جن جي پنهنجي ڪا حيثيت هوندي آهي، سي ٻين جي حيثيت نه ڳائيندا آهن. پٽ! تنهنجي پيءُ جو ايم پي اي وٽ وڃڻ جو مقصد هيءُ هو ته جيئن هو ناز سان چئي سگهي ته مون پنهنجي پٽ کي تعليم يافته بڻايو آهي. ڪنهن سان ملڻ ۾ ڪا به خرابي نه آهي، پر ڪنهن جي اجائي خوشامد ڪرڻ خراب ڳالهه آهي. ٿي سگهي پيو



ته تنهنجا خيال ان جي خيالن کي بدلائي ڇڏين ها، پر اهو تڏهن ٿئي ها، جڏهن تو وٽ به ڪا سٺي شيءِ هجي ها. تون ايم پي اي کان نفرت انهيءَ ڪري ڪرين پيو جو هو توکان مرتبي ۾ مٿي آهي. جڏهن تون ان کي سڃاڻين به نٿو ته ان سان نفرت ڪيئن ٿو ڪري سگهين؟ آخري ڳالهه پٽ! تون اسان کي ڀلي جاهل سمجهه، غلام سمجهه جيڪو وڻئي سو سمجهه، پر حقيقت هيءَ آهي ته جيڪڏهن هن ملڪ ۾ جمهوريت آهي، پوءِ اها ڀلي ڪٽي ڪيئن به آهي ته اها اسان جي ڪري ئي آهي. اهي ويهه پنجويهه سيڪڙو ووٽ اسان جاهلن جا ئي آهن. جيڪڏهن تو جهڙا ماڻهو پڙهيل لکيل سڌرائن ٿا، ته الله جو شڪر آهي جو اسان اڻ پڙهيا آهيون. تو جهڙا پڙهيل لکيل، جيڪي ووٽ ڏيڻ کي پنهنجي بي عزتي سمجهن ٿا، اهي ئي 35 سالن جي فوجي حڪمراني ۽ ملڪ جي ٽوڙڻ جا ذميوار آهن. اسان پڙهڻ لکڻ ڪٽي نٿا ڄاڻون، پر تهذيب کي اسان کان وڌيڪ ڪير نٿو ڄاڻي.

حضوري خان! پنهنجي ڌيئرن کي ئي پنهنجو اولاد سمجهه. سياڻي جيڪڏهن ڪو ڪباڙ وارو اچئي ته پنهنجو پٽ ان کي وڪڻي ڏجان. ڪجهه پئسا ملي وڃينئي ته ڀلو ڀلو نه ته مفت ۾ ئي ڏئي ڇڏجان. اُڏَهي لڳل شين کي جيترو ٿي سگهي، جلدي گهر جي سامان کان جدا ڪري وٺ. مان هاڻي هلان ٿو توهان جو الله ئي واهي آهي.

(جيئن ئي شاهي اٿي وڃڻ لڳو حضوري به گڏ وڃڻ لڳو.

آصف پنيان ڪان آواز ڏئي ٿو)

آصف: چاچا، ترسو! (ٻنهي جي پيرن تي ڪرندي) مون کي معاف ڪريو، اڄ توهان کٽي ويا. مان هن دفعي نه رڳو ووٽ ڏيندس، پر هن نظام کي بدلائڻ جي لاءِ پنهنجي ماڻهن جي مدد ڪندس. بابا، توهان کي خبر آهي ته مان ڪنهن کي ووٽ ڏيندس؟

حضوري: ڪنهن کي؟

آصف: شاهي چاچي کي، هن دفعي پاڻ اسان جا اميدوار ٽيندا، پوءِ پيلي پاڻ ڪٽن يا هارائن، پر اسان پنهنجو اميدوار چونڊي ورتو آهي.



## ڪهاڻي-11



اڪبر: هاڻي ڪهڙي ڳالهه تي جهيڙو آهي؟ ڇا ڪڏهن ڪا اهڙي ڳالهه به ٿي سگهي ٿي جنهن تي توهان ٻئي راضي هجو؟

گلو: هن کي ته هر وقت جهيڙي جو بهانو گهرجي. جڏهن به چار ماڻهو ڏسندو آهي ته پنهنجو پاڻ کي مٿانهون ڏيکارڻ جي چڪر ۾ الجهي پوندو آهي.

پرويز: ڳالهه به ته توئي وڌائي يا مون؟

اڪبر: چڱو هاڻي بس به ڪريو. هاڻي گهڻو ٿيو. مونکي ٻڌايو ته آخر ڳالهه ڇا آهي؟

گلو: يار اسان ٻئي گهر کان نڪري هوٽل ڏانهن ٿي آياسين، ڳالهين ڳالهين ۾ اليڪشن جو ذڪر ڇڙي ويو. هن چيو ته مان ته ووٽ ڪو نه ڏيندس. انهيءَ ڏينهن موڪل هوندي، سو آءٌ ته گهمڻ ويندس. مون هن کي سمجهايو ته

وٽ ڏيڻ ضروري آهي. پوءِ ڀلي ڪنهن کي بہ ڏي. پر هي آهي جو چوي پيو تہ منهنجي هڪڙي ووٽ سان ڇا ٿيندو؟ جڏهن اسان هوٽل وٽ پهتاسين تہ هي ماڻهن کي ڏسي زور زور سان بحث ڪرڻ لڳو. ايئن جهڳڙو وڌي ويو.

اڪبر: پرويز هاڻي تون ٻڌاءِ تہ ڇا ٿيو؟

پرويز: ڳالهہ اهائي آهي، جيڪا هن ڪئي آهي. مون هن کي چيو تہ هزارين ماڻهو اهڙا آهن جيڪي ووٽ نٿا ڏين، مون هڪڙي جي ووٽ نہ ڏيڻ سان ڇا ٿيندو؟ ۽ جيڪي ڏين پيا، انهن جو ڇا ٿيو آهي؟ ڪجهہ بہ بدلجي نٿو سگهي، جيڪو ٿيندو رهيو آهي اهوئي ٿي رهيو آهي ۽ اهوئي ٿيندو. پر هي هروڀرو بحث ڪري رهيو هو. مون هن کي سمجهايو تہ مون کي ووٽ ناهي ڏيڻو پر هي پوءِ بہ بحث ڪري رهيو هو تہ ڏيڻ گهرجي. ڀلائي ڏاڍ مڙسي آهي ڇا؟ منهنجي مرضي آهي، هي ڪير ٿيندو آهي مونکي زور ڀرڻ وارو؟

اڪبر: چڱو هاڻي توهان ٻئي منهنجي ڳالهہ ٻڌو! هڪ دفعي ڪراچي ۾ سکر جي انور مهر سان منهنجي ملاقات ٿي. هو پنهنجي علائقي جو ايم پي اي آهي ۽ پڙهيل لکيل ۽ سلڇڻو انسان آهي. انهيءَ مون کي هڪ قصو ٻڌايو تہ هڪ مرشد پنهنجي مريد جي گهر ويو. مريد کيس درخواست ڪئي تہ سندس گهر ۾ ڏاڍي تنگي آهي، سو ان لاءِ دعا ڪن. مرشد ان جي لاءِ دعا ڪئي تہ کيس چيو تہ پنو پين کڻي اچ. هن پني تي ڪجهہ لکيو ۽ مريد کي چيو تہ هن ڪاغذ کي سمهڻ وقت سيراندي کان پنهنجي



وهاڻي هيٺان رکي سمهي پئجان ۽ صبح جو وهاڻي کي اٿلائي ڏسجان. ايئن چئي مرشد هليو ويو. ٻئي ڏينهن مريد صبح جو اٿيو تہ ڇا ٿو ڏسي تہ وهاڻي هيٺان هڪڙو رپيو رکيو پيو آهي. هو ڏاڍو خوش ٿيو. هر روز صبح جو ايئن ئي ٿيندو هو. اها ڳالهہ ڳوٺ ۾ هُلي وئي ۽ آهستي آهستي ٻين علائقن تائين بہ وئي. ڪنهن درويش کي خبر پئي تہ هو ان جي گهر آيو ۽ پڇيو تہ ڳالهہ ڇا آهي. مريد سڄو قصو ڪري ٻڌايو تہ هن درويش چيو تہ چڱو ڀلا اهو پنو ۽ پين کڻي اچ. پوءِ درويش ان تي لکيل 1 جي اڳيان ٻڙي لڳائي ڇڏي ۽ ساڳئي نصيحت ڪئي. ٻئي ڏينهن جڏهن هو اٿيو تہ کيس وهاڻي جي هيٺان ڏهہ (10) پيا مليا. هو ڏاڍو خوش ٿيو. ڳالهہ هُلي وئي ۽ هڪ ٻئي بزرگ کي خبر پئي تہ اهو بہ اچي پهتو. هن بہ اهو پنو ۽ پين گهري ۽ اڳيان هڪ ٻي ٻڙي لڳائي ڇڏي، دعا ڪئي ۽ هليو ويو. ٻئي ڏينهن مريد ڏٺو تہ وهاڻي جي هيٺان 100 رپيا پيا آهن. هاڻي تہ هو خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ نٿي ماپيو. اها ڳالهہ ايترو تہ هُلي وئي جو ان جي پنهنجي مرشد تائين وڃي پهتي. مرشد ان جي گهر آيو ۽ ان کان حال احوال ورتو. هن سڄو قصو ڪري ٻڌايو. مرشد ڪائنس پڇيو تہ، چڱو ڀلا هاڻي توکي مون واري هڪ رپئي جي ضرورت تہ نہ آهي نہ؟ مريد ان کي چيو تہ نہ سائين، مونکي هاڻي گهڻو پيو ملي، هاڻي توهان جي هڪ رپئي جي ضرورت نہ آهي. مرشد اهو پنو ۽ پين گهرايو تہ هو خوشيءَ خوشيءَ سان پنو کڻي آيو. مرشد پني تان

پنهنجو هڪ ڏاهي ڇڏيو ۽ واپس موٽي ويو. مريد کي ڪهڙي پرواهه هئي، هو ته سمجهي پيو ته هاڻي پوءِ به ڪيس 99 رپيا ملندا رهندا. ٻئي ڏينهن جڏهن هو صبح جو اٿيو ته ڇا ٿو ڏسي ته وهاڻي هيٺان پئسا نهن ئي ڪو نه. سڄو هنڌ ڇنڊيائين پر پني ڪانسواءِ ڪجهه به نه مليس. جڏهن پنو کولي ڏٺائين ته 100 جو 1 ڪٽيل هو باقي بچيل هيون به ٻڙيون (00). هاڻي هڪ (1) ڪانسواءِ ٻڙين جي ڪهڙي حيثيت؟

(ٻئي نوجوان ۽ هوٽل تي ويٺل سيئي ماڻهو هن ڪهاڻيءَ مان ڏاڍو متاثر ٿيا)

پرويز: (پنهنجي ڄنگهه کي مٿي رکڻ جي ڪوشش ڪندي) پر هن جهيڙي سان هن ڪهاڻيءَ جو ڪهڙو تعلق؟

اڪبر: هيءَ ڪهاڻي "هڪ" جي اهميت ٻڌائي ٿي. هتي اسان پنجاهه ماڻهو آهيون. سيئي جڏهن هڪ هڪ تي گڏ ٿيا آهيون، تڏهن وڃي پنجاهه ٿيا آهيون. پر جيڪڏهن هڪ به گهٽجي وڃي ته پنجاهه نه رهنداسين. بيابان ۾ بيٺل هڪ وڻ جي اهميت مسافر کان پڇو. هيءَ جيڪا غذا اسان کائون ٿا، سا به ڪنهن هڪڙي ئي هاريءَ جي پوکيل فصل مان ملندي آهي. هيءُ جيڪي توهان ڪپڙا پهريا آهن سي به هڪ درزيءَ جي مهرباني آهي. جيڪڏهن اهي سيئي "هڪ" اسان جي زندگيءَ ۾ ختم ٿي وڃن ته پوءِ اسان جو ڇا ٿيندو؟

رهبر هڪڙو ئي هوندو آهي. هڪڙو شاهه لطيف ڪيترن



ئي سوين سالن کان اسان جي لاءِ مشعل راهه آهي. تنهن ڪري تو هڪ جو ووٽ نه ڏيڻ ڪنهن خراب ماڻهو کي ڪٽرائي سگهي ٿو ۽ ڪنهن ڀلي ماڻهو کي هارائي به سگهي ٿو. جڏهن اسان هڪ ووٽ جي اهميت کي سمجهي ورتو نه، ته ڪو به ماءُ جو لال اسان جي خلاف نٿو وڃي سگهي. سڄو نظام صحيح ٿي ويندو. توهان پنهنجو بحث جاري رکو. منهنجي نماز جو وقت ٿي ويو آهي، چڱو هاڻي خدا حافظ!

(پرويز پنيان کان ڏکي ايندي اڪبر وٽ پهچي ٿو ۽ ڪلهي تي هٿ رکي چوي ٿو؟)

پرويز: ادا تون ڪنهن کي پيو ووٽ ڏئين؟

اڪبر: ڇو مونکي به ٽڙ وٺي ويندين ڇا؟

پرويز: نه، مون کي به صحيح اميدوار کي ووٽ ڏيڻو آهي. انهيءَ لاءِ.

(ٻئي مشڪندي ڳوٺ ڏانهن هلي پون ٿا)



ساجن: ڇا ڳالھ آھي؟ ڪيترن ڏينھن کان وٺي مان ڏسان پيو تہ تون چپ چپ آھين. گھر ۾ سڀ خير تہ آھي نہ؟

سارنگ: ڪجھ بہ ناھي. بس دل اداس آھي. شام ٿئي ٿي تہ دل غگمين ٿي وڃي ٿي. دل چوي ٿي تہ ڪيڏانھن هليو وڃان. هن ملڪ کي ڇڏي، سيني کان ڏورا!

ساجن: يار تون تہ واقعي بہ ڏاڍو پريشان آھين. ڇا ڳالھ آھي دوست، ڪٿي ڪو عشق ۾ تہ نہ ڦاسي ويو آھين؟

سارنگ: ھائو يار عشق ئي تہ آھي. ان وقت کان وٺي جڏھن کان سمجھ پريو ٿيو آھيان. پر ھاڻي مان پنھنجي محبوب کان بہ پري پڄڻ ٿو گھران. ڏاڍو بيوس محسوس ٿو ڪريان پاڻ کي، ڇو جو ڪجھ بہ نٿو ڪري سگھان!

ساجن: يار تون پريشان نہ ٿيءُ، مون کي ٻڌاءِ، ڪجھ ڪريون ٿا. اسان اٺ ڏھ دوست آھيون. نوجوان آھيون، اسان جي



اندر همٿ آھي، تنھنجو مسئلو حل ڪري وٺنداسين. ھاڻي تہ ڳالھ کولي ٻڌاءِ، آخر اھا ڪير ڇوڪري آھي؟

سارنگ: اڙي نہ چريا، ڇوڪري ڪا بہ ڪانھي. مونکي تہ پنھنجي مٽيءَ سان محبت آھي. پنھنجي ديس واسين سان محبت آھي. مان تہ انھن جي لاءِ پريشان آھيان. پنھنجي اکين سان سڀ ڪجھ ختم ٿيندي ڏسان پيو پر ڇا ڪريان بيوس آھيان. ڪجھ ڪري بہ نٿو سگھان. ھي سياستدان بہ ڀلا ڪجھ ڇو نٿا ڪن؟ سڄو ملڪ ئي لٽي ڦري سڄو ڪري ڇڏيو اٿن. اڙي، ڪو انھن کي چوي تہ ھن مٽيءَ ۽ ماڻھن جي پارت اٿوَ.

ساجن: ڇڏ انھن ڳالھين کي، ڪجھ ڪو نہ ٿينديءِ. تون ائين ڪر جو خودڪشي ڪري ڇڏ. روز روز جي مرڻ کان ڀلو آھي تہ ھڪ ئي دفعو مري وڃ. تنھنجي بہ جند آجي ٿي ويندي، تنھنجي پيءُ جي بہ، اسان دوستن جي بہ ۽ ھن مٽيءَ جي بہ. روز روز تنھنجي ڏڪايل صورت ڏسڻ کان ڀلو آھي تہ اسان ڪي ڏينھن روئندا رڙنداسين ۽ نيٺ چپ ٿي ويندا سين. سڪون اچي ويندو. پر تون جيئرو ھوندين تہ پاڻ سان گڏ اسان کي بہ ڏکن ۾ وجھندين.

سارنگ: يار تون کھڙو دوست آھين، ڪو دلاسو يا مدد ڏيڻ جي بدران مونکي پاڻ مارڻ جي صلاح پيو ڏين. واھ ڙي دوست واھ!

ساجن: ادا اصل ڳالھ ھيءَ آھي تہ تنھنجي سوچڻ سان ڪجھ نٿو ٿي سگھي. ڇا توکي ڏڪارو رھڻ وڻي ٿو؟ يا تون گھرين

ٿو تہ انهيءَ بهاني سان ماڻهو توڙانهن ڏيان ڏين؟ جڏهن
تہ تو ذهني طرح پنهنجي هار مڃي آهي، تہ پوءِ ٻيو ڪير
چا ٿو ڪري سگهي؟ آخر اسان ڪيتري وقت تائين
هڪ زندهہ لاش کي کڻي ڪري هتي هتي رلندا
رهنداسين؟ ۽ توکان تہ اها ڪڪڙ ۽ ڪانوَ ڀلو آهي،
جيڪي پنهنجي ٻچن جي حفاظت لاءِ انسانن سان وڙهڻ
جي لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. تون انسان ٿي ڪري ايترو
مايوس ۽ نااميد ويو آهين؟ حقيقت ۾ رڳو تون هڪڙو ئي
نہ، پر اسان جي ماڻهن جي گهڻائي تو وانگر آهي. ڪوڙي
محبت، ڪوڙ ڪوڙ ۽ رڳو ڪوڙ! تنهنجي گهر جو رڳو
ڪو هڪڙو ڏينگهر تہ ڪير کڻي ڏسي، مرڻ مارڻ جي لاءِ
تيار ٿي ويندين، پر مٽيءَ لاءِ رڳو ڪوڙو راڳ پيو
ڳائيندين. اهو شعر تو نہ ٻڌو آهي:

”زندگي زنده دلي جو نانءُ آ، مئل دلين وارا ڀلا چا
جيئندا.“

ڪيتري نہ منافقت آهي تنهنجي ڳالهين ۾، چا تو
ڪڏهن هڪڙو دفعو بہ حالتن کي بدلائڻ جي ڪا
ڪوشش ڪئي آهي؟ تون سياستدانن کي گهٽ وڌ
ڳالهائين پيو، سموري بربادي جو الزام انهن تي هڻين پيو،
۽ وري انهن کي ئي سڀ ڪجهہ صحيح ڪرڻ جي لاءِ
درخواست بہ ڪرين پيو. اها تنهنجي سوچ تہ آهي پر اها
سوچ هڪ مايوس معاشري توکي ڏني آهي ۽ تو بہ
پنهنجي اچڻ وارن نسلن جي لاءِ انهيءَ کي عقيدي وانگر
سنڀالي رکيو آهي.



سارنگ: (حيرانيءَ مان ڄڻ تہ ڪنهن ڪيس اگهور ننڊ مان زوري
اٿاريو هجي) يار ساجن، مون تہ ڪڏهن ان پاسي سوچيو
ئي نہ هو. واقعي تون صحيح پيو چوين، پر توکي اهي
ڳالهيون ڪنهن ٻڌايون؟

ساجن: منهنجي ذهن مونکي اهي ڳالهيون ٻڌايو آهن. جڏهن وڻن
جا پن هئڊا ٿيڻ شروع ٿيندا آهن تہ اها سرءُ جي موسم
هوندي آهي. پوءِ آهستي آهستي اهي ڪرڻ شروع ٿي
ويندا آهن ۽ ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ ۽ نوان ڇهڇ ساوا پن
نڪرڻ شروع ٿي ويندا آهن. انهيءَ مان سڀ سمجهي
ويندا آهن تہ بهار اچي رهيو آهي. هر پاسي ساوڪ ئي
ساوڪ ٿي ويندي آهي. سڀ ڪجهہ سٺو پيو لڳندو
آهي. ايئن ئي نئون نسل بہ قومن جي زندگيءَ ۾ بهار کڻي
ايندو آهي. خوشحالي آڻيندو آهي، نوان خيال، نيون
ايجادون! پر اسان هڪ بيمار معاشري جي وڻ جا اهي پن
آهيون جيڪي پنهنجي سائي رنگ جي بدران ڪرڻ
وارن پنن وارو هئڊو رنگ وٺي ڪري پيدا ٿيندا آهيون.

سارنگ: بس ساجن، اڄ کان تون مون کي بہ بدليل ڏسندين. شام
مان پنهنجن سڀني دوستن کي گڏ ڪريان ٿو پوءِ جيئن
تون چوندين تيئن ڪنداسين.

ساجن: (مشڪندي) مطلب تہ تو مونکي اڄ کان پنهنجو اڳواڻ
مڃي ورتو آهي؟

سارنگ: هان؟ اهو ڪيئن؟

ساجن: توئي تہ چيو تہ جيئن مان چوندس توهان ايئن ئي ڪندؤ.

مطلب تہ واٽ جو تعين مان ڪندس تہ اڳواڻ ٿيس نہ؟

سارنگ: (مشڪندي) چڱو ھاڻي شام ملنداسين.

(شام جو ڳوٺ ڪان ٿورو پرڀرو ڏھن جي جاءِ تي ڳوٺ جا پنجويھہ ڇوڪرا گڏ ٿي وڃن ٿا)

سارنگ: اچ ساجن! ائين دوستن کي وٺڻ ويو ھئس پر توکي ٻڌڻ لاءِ پنجويھہ ڇوڪرا آيا آھن. اسان کي ٻڌاءِ تہ اسين ڇا ڪري سگھون ٿا؟

ساجن: مان اھو چوندس تہ جيڪڏھن توھان ھڪدم ڪجھہ بدلائڻ گھرو ٿا ۽ بدلائي بہ سگھو ٿا، تہ پوءِ انھيءَ لاءِ پھريان پنھنجي سوچ کي بدلايو. جيڪڏھن توھان انھيءَ کي نٿا بدلائي سگھو تہ پوءِ دنيا ۾ ڪجھہ بہ بدلائي نہ ٿا سگھو. جڏھن اسان کي پاڻ تي ئي وس نہ ھوندو تہ ٻين تي ڪھڙو ٿي سگھندو؟ جڏھن ڪا ڳالھہ ٻڌو ۽ اھا توھان کي سٺي لڳي تہ پھريان ان تي ويھي ويچار ڪريو. جيڪڏھن پوءِ بہ اھا توھان کي سٺي لڳي تہ انھيءَ کي پنھنجايو ۽ جيڪڏھن خراب لڳي تہ ان کي ڇڏي ڏيو. اھوئي ھڪ اڳواڻ جو ڪم آھي. دنيا جي تاريخ تي نظر وجھي ڏسو سيني انقلابن جي پٺيان نوجوان ئي ھئا. چو تہ ڪجھہ ڪري وٺڻ جي طاقت نوجوانن وٽ ئي ھوندي آھي. اسان جي ڳوٺ جي سامھون ھڪڙي بس اچي بيھندي آھي. ڪيترائي ماڻھو اچي اس ۾ بيھندا آھن؛ عورتون، ٻار، ٻڍڙا! اسان مان ڪيترن اھو سوچيو آھي تہ ڪا جھوپڙي اڏيون ۽ ڪي وڻ پوکي ڇڏيون تہ جيئن



ماڻھو ڇانوَ ۾ اچي ويھي سگھن؟ انھيءَ کي ئي گڏيل سوچ چئبو آھي. جڏھن انسان رڳو پنھنجي لاءِ سوچيندو آھي تہ ھو ٻين ماڻھن کي پنھنجو دشمن سمجھندو آھي ۽ ھر شيءِ کي رڳو پنھنجي لاءِ ميڙڻ جي ڪوشش ڪندو آھي، پر جڏھن ڪو پنھنجي ڳوٺ ۽ ماڻھن جي ڀلائيءَ لاءِ سوچيندو آھي تہ اھو انھن سڀني ماڻھن کي نہ رڳو پنھنجو دوست بڻائيندو آھي، پر پاڻ کي اڳواڻ بہ مڃرائيندو آھي. آخر مون ڇا ڪيو جو توھان سڀ مونکي ٻڌڻ لا گڏ ٿيا آھيو؟ رڳو اھوئي ڪيو اٿم نہ تہ، مايوسيءَ جي ڳالھہ نہ ڪئي اٿم؟ اميد ڏياري اٿم! تہ پوءِ ھي ڪھڙو ڏکيو ڪم آھي جيڪو توھان نٿا ڪري سگھو؟ (سڀئي ڪنڌ لوڏين ٿا!) تہ پوءِ اٿو ۽ اڳواڻي ڪريو! اھو ضروري ناھي تہ سياستدان ئي رھنما ھوندو آھي. ياد رکو تہ سياستدان ماڻھن جو نمائندو ھوندو آھي. اھو ليڊر تڏھن ٿيندو آھي، جڏھن ماڻھن جي رھنمائي ڪندو آھي. ھڪ استاد، واٽھڙو، ھاري، مزدور سڀئي اڳواڻ بڻجي سگھن ٿا، جيڪڏھن اھي پنھنجي اوسي پاسي جي ماحول کي سٺو ڪرڻ گھرن.

سارنگ: ساجن، اسان پنھنجي ڳوٺ لاءِ تہ اھو سڀ ڪجھہ ڪنداسين، پر اسان ھاڻي ھتي ئي ويھي رھڻ نٿا گھرون. جيترو اڳتي ھلي سگھياسين ويندا سين، ٻڌاءِ تہ اسان پنھنجو سياسي نظام ڪيئن بدلايون؟

ساجن: ڏاڍو سٺو سوال آھي. چوندا آھن تہ ھزارين ميلن جو سفر پھرين وک سان شروع ٿيندو آھي. انھيءَ لاءِ سڀ کان

پهريان وڃي ڏسو تہ توهان جو نالو ووٽر لسٽ ۾ داخل آهي يا ڪو نہ؟ ان ڪانپوءِ پنهنجي ڳوٺ وارن جو ڏسو. هاڻي جيئن تہ اليڪشن مٿان اچي پهتي آهي، انهيءَ ڪري هينئر شايد اسان گهڻو ڪجهہ نہ ڪري سگهون، پر پنهنجي ڳوٺاڻن کي تہ بدلائي سگهون ٿا. پنهنجي ڳوٺ جي سيني ماڻهن جا سڃاڻپ ڪارڊ ٺهرائي وٺو. ووٽر لسٽن ۾ نالا لکرايو ۽ اليڪشن واري ڏينهن اسان جي پوري ڪوشش هجي تہ اسان جي ڳوٺ جا سيئي ووٽ ٿي وڃن. انهيءَ لاءِ اسان کي اڄ کان ئي تياري شروع ڪرڻي پوندي. ياد رکو تہ انگريز پنهنجو 90 سيڪڙو وقت تحقيق ۽ ڪارائتي منصوبابندي تي خرچ ڪندو آهي ۽ 10 سيڪڙو ڪم ڪندو آهي. جڏهن تہ اسان 99 سيڪڙو ڪم ڪندا آهيون، سو بہ اونڌو ۽ رڳو 1 سيڪڙو منصوبابندي ڪندا آهيون.

هڪ ڳالهہ ياد رکجو. توهان جو هٿيار رڳو ووٽ آهي، نہ ڪنهن سان بداخلاقي ۽ نہ ڪنهن جي بي عزتي ڪريو. پنهنجي پسند ۽ ناپسنديدگي جو اظهار رڳو ووٽ ڏئي ڪري ڪريو. گذريل دفعي جنهن اميدوار ڪٽيو هو تنهن رڳو 400 ووٽن تان ڪٽيو هو جڏهن تہ اسان جي ڳوٺ جا 450 ووٽ آهن!



## ڪهاڻي – 13



(جمعو سهڪندي گهر ۾ داخل ٿئي ٿو. ڪٽن کي اورانگهيندي ڪمري ۾ اندر پهچي ٿو)

جمو: اڙي گهوڙا مري ويس! اڙي الله پاڙي پٽي انهيءَ ٽپيدار جي. منهنجي تہ ڪڍ پئجي ويو آهي. اڙي هاڻي ئي تہ چار ڏينهن اڳ ڪٽڪ جون بہ ٻوريون وٺي ويو آهي.

(عارف جمعي جو ڀائٽيو آهي. ان جو پيءُ ننڍپڻ ۾ ئي گذاريو ويو هو. جمعي کيس پاليو هو. ننڍپڻ ۾ ان کي پڙهڻ جو شوق هو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ هو مائيڪرو سافٽ ڪمپنيءَ ۾ چڱي عهدي تي هو ۽ هڪ هفتي جي موڪل تي ڳوٺ آيل هو).

جمعو: عارف، او پٽ عارف! اٿي پٽ!

عارف: ڇا ٿيو چاچا؟ اڃا تہ صبح جا اٺ ٿيا آهن. ايترو سوير ڇو

پيو اٿارين؟

جمعو: اڙي بابا، ٺيپيدار ڪجهه ڏينهن اڳ ڪٽڪ ڪٽي ويو هو هاڻي وري پئسا پيو گهري. مون وٽ پئسا هئا ڪونه، سو جواب جو ڏنو مانس ته ڌمڪيون ڏيندي ويو هليو ته توکي ڏسي وٺندس. اڙي بابا پوليس کي وٺڻ ويو آهي. ابا ٻيلي تنهنجو چاچو آهيان، منهنجي واهر ڪر!

عارف: چاچا مان ڇا ڪريان؟ اهو توهان جو معاملو آهي. پاڻ ئي حل ڪريو نه. مان ڪجهه به نٿو ڪري سگهان.

جمعو: اڙي ابا، ائين نه ڪر، مان پوڙهو ماڻهو آهيان. اصل مري ويندس!

عارف: (پنج هزار رپيا ڏيندي) هيءُ وٺ چاچا، ڏئي ڇڏ ان کي.

جمعو: اڙي ابا، ڏئي ته ڇڏيانس، پر هينئر هو پوليس وٺي آيو آهي. مان ٻاهر ويندس ته مون کي پڪڙي وٺي ويندا. منهنجي واهر ڪر بابا!

عارف: معاف ڪجو چاچا! پئسا کپن ته وٺو ان کان سواءِ مان ٻي ڪابه مدد نٿو ڪري سگهان. مان ٻاهر ويندس ته مون کي به گرفتار ڪري وٺي ويندا.

جمعو: اڙي ابا، تون پڙهيو لکيو آهين. انهن کي سمجهائي سگهين ٿو. بابا، مان مسڪين ته مري ويندس. پٽ، منهنجي اڇي ڏاڙهي ڏي ڏس. تنهنجو پيءُ هجي ها ته ڇا اهو مون کي ائين ڇڏي ڏئي ها؟

عارف: چاچا، سمجهائي ته مان توهان کي به نٿو سگهان، انهن کي



ڇا سمجهائيندس؟ ها باقي هڪڙي شرط سان مان توهان جي مدد ڪندس، ته ان ڪان پوءِ جيئن مان توهان کي چوندس توهان ائين ئي ڪندؤ.

جمعو: نور جو قسم! منا ٻچا، مان ائين ئي ڪندس جيئن تون چوندين!

عارف: ٻيو شرط هيءُ آهي ته توهان مونسان گڏ ٻاهر هلندؤ. هو توهان کي ڪجهه به ڪونه چوندو. اها منهنجي ذميواري آهي.

(جمعو وڏي جهڳ جهڳان ڪان پوءِ ٻاهر نڪرڻ تي راضي ٿئي ٿو. پر شرط اهو رکي ٿو ته عارف اڳ ۾ ٿي هلندو ۽ پاڻ ان جي پٺيان. ٻئي ٻاهر نڪري اچن ٿا. هڪ پوليس موبائل ۽ هڪ ڪار اسڪول جي سامهون بيٺيون آهن. ٻاهر ڪوبه ماڻهو نه آهي. پوليس وارا سڏي رهيا آهن. پر سامهون وجڻ جي لاءِ ڪوبه تيار ڪونه هو)

پوليس وارو: اڇو ابا اڇو ڪيتري دير ڪان وٺي سڏي رهيا آهيون، پر ڪير ورندي ئي ڪونه ٿو ڏئي. اڇو صاحب سان ملو.

عارف: ڪير صاحب؟

پوليس وارو: بابا جج صاحب آيو آهي. اليڪشن جي سلسلي ۾ بلڊنگ جو معائنو ڪرڻ ۽ توهان جا مسئلا پڇڻ.

عارف: اسلام عليڪم!

ريٽرننگ آفيسر: وعليڪم السلام! مان ريٽرننگ آفيسر آهيان، اسان پولنگ اسٽيشنز جو معائنو ڪرڻ آيا آهيون.

گڏوگڏ ماڻهن جا مسئلا بہ ڄاڻڻ آيا آهيون. انشاءَ الله هن
دفعي آزاد ۽ شفاف چونڊون ٿينديون. اسان انهيءَ ڳالهہ
کي يقيني بنائڻ لاءِ آيا آهيون، سيئي لاڳاپيل آفيسر بہ گڏ
آهن، توهان کي گهر ويٺي انصاف ملندو.

عارف: ڪيتري جو سائين؟

آفيسر: جي؟

عارف: منهنجو مطلب آهي تہ ڪيئن؟

ريٽرننگ آفيسر: هن دفعي ماڻهن جي سهولت مطابق پولنگون
مون پنهنجي مرضيءَ سان ناهيون آهن. ڪنهن بہ
سياستدان کي دخل اندازي ڪرڻ جي اجازت ناهي ڏني.
بي خوف ٿي پنهنجي مرضيءَ سان جنهن کي گهرو ووٽ
ڏيو.

عارف: جي، مان اليڪشن ڪميشن جا بيان پڙهندو رهيو آهيان.
انهيءَ چونڊن ۾ اميدوارن جي خرچ ڪرڻ لاءِ بہ هڪ حد
مقرر ڪئي آهي. ڪابہ گاڏي ڪنهن ووٽر کي کڻي نہ
ويندي. پولنگ رستي سان لڳو لڳ ڳوٺ ۾ ٿيندي. ٿورڙن
ڪلوميٽرن جي فاصلي کان وڌيڪ نہ هوندي، وغيره
وغيره.

ريٽرننگ آفيسر: جي، ماشاءَ الله توهان پڙهيا لکيا آهيو هر ڳالهہ
کي سمجهو ٿا.

عارف: مهرباني سائين! بيشڪ اليڪشن ڪميشن جي ٽيم
واکاڻ لائق آهي جو انهيءَ پولنگ اسٽيشنون پاڻ ئي



ترتيب ڏنيون آهن ۽ اليڪشن جي ڏينهن پولنگ بہ انهن
جو اسٽاف ئي سنڀاليندو.

ريٽرننگ آفيسر: (مشڪندي) (شايد ڪيس پنهنجي غلطيءَ جو
احساس ٿي ويو تہ مان ڪنهن ميٽرڪ فيل اڌ پڙهيل
ماڻهوءَ سان ڳالهائي رهيو آهيان) نہ نہ. اليڪشن ڪميشن
وٽ ايترو عملو ڪٿي آهي؟

آفيسر: پولنگز جو ڪم تہ ريوينيو ڊپارٽمينٽ ڪندو آهي ۽
اليڪشن جي ڏينهن ڊيوٽي وري استاد ڏيندا.

عارف: استاد تہ پڪ سان ميرٽ تي ڪميشن جي ذريعي آيا
هوندا. سياسي ڀرتيون تہ نہ هونديون نہ؟

آفيسر: نہ. ڪميشن جي ذريعي ناهن آيا. سياستدانن پنهنجا
ماڻهو رکرايا آهن.

عارف: سائين ڇا اها ڳالهہ صحيح آهي تہ جيئن تہ هر هڪ
پولنگ هڪ يا ٻن ديهن تي ٻڌل هوندي ۽ پولنگ ڪٿي
ٿيڻ گهرجي، اها سڄي رپورٽ توهان کي ريوينيو کاتي
وارا ناهي ڏيندا آهن؟

آفيسر: (سواليہ نظرن سان پوئتي ڏسندي) ها ها. هائو! جي سائين
جي، ائين ئي آهي. (پنيان بيٺل ڪنهن آفيسر ورندي ڏني)

عارف: سائين اهو جيڪو بہ ڪلوميٽر جو مفاصلو رکيو ويو آهي،
سو رستي جي حساب سان آهي يا سڌائيءَ ۾؟

آفيسر: پڪ سان رستي جي حساب سان هوندو.

(پنيان ڪو بہ جواب نہ آيو)

عارف: نہ سائين، ائين نہ آهي. ريوينيو ڊپارٽمينٽ وارا، ٻن ڏيهن جي ڪنهن ٻہ ڳوٺ ۾، جنهن ماڻهوءَ جو سياسي اثر رسوخ وڏيڪ هجي، انهيءَ جي چوڻ تي لڪندا آهن. جيڪا روڊ تي هوندي تہ ضرور آهي، پر ان ۾ ووٽر جي سهولت ناهي ڏٺي ويندي. مثال طور، اسان جي پولنگ ٻي ديهہ ۾ آهي. انهيءَ جو مفاصلو سڏائيءَ ۾ ٻہ ڪلوميٽر ٿئي ٿو ۽ هڪ ڪلوميٽر ڪان پوءِ اسان جي مخالفن جون ٻنيون اچن ٿيون. اسان کي سدائين ان پاسي ڪان خطرو رهندو آهي. وري جيڪڏهن روڊ ڏئي وڃون تہ 13 ڪلوميٽر جو مفاصلو ٿي وڃي ٿو. ڪچي رستي سان اسان وڃي نٿا سگهون، ۽ هن دفعي جهڙي طرح توهان فرمايو تہ اميدوار گاڏي ٻہ نہ ڏيندو، تہ انهيءَ ڪري اسان ووٽ ڏئي نہ سگهنداسين. هر اميدوار هيٺئين اسٽاف سان ملي، پنهنجي ماڻهن جون ڊيوٽيون پنهنجي علائقي ۾ لڳرائيندا آهن. انهيءَ ڪري ئي جڏهن توهان چيو تہ انصاف ملندو تہ مون چاٽي واٽي چيو هو تہ ڪيتري جو؟ اسان جي معاشري ۾ جيڪڏهن ڪا شيءِ مفت ۾ ملي ٿي تہ اهو آهي خوف، خواري ۽ محرومي! ان ڪانسواءِ ملڻ واري هر ڪا شيءِ پئسن جي آهي. پوءِ ڀلي اها بازار هجي يا....

آفيسر: ڳالهيون ڪرڻ تہ سئوليون آهن، توهان کي خبر ناهي تہ ڪيتريون ڏکيائيون آهن. ڪر ڀڪي پختي صلاح اٿئي تہ ڏي!



عارف: سائين صلاحون تہ آءُ توهان کي هزار ڏئي سگهان ٿو. پر هن وقت چونڊون مٿان اچي پهتيون آهن. ٽيڻ تہ ائين گهربو هو تہ جيئن ئي چونڊون ختم ٿين تہ ڪميشن اينڊڙ اليڪشن جي لاءِ ڪم شروع ڪري ڏئي. سروي ڪان وٺي هر ڪم ۾ انهن جا پنهنجا ماڻهو شامل هجن. هاڻي تڙ تڪڙ ۾ اهو ٿي سگهي ٿو تہ اميدوار کي پنهنجي ٽانسپورٽ ڏيڻ جي اجازت ڏني وڃي. ٻيو اهو تہ Early Votuing جوOption استعمال ڪيو وڃي. دنيا ۾ هفتو ڏهہ ڏينهن يا مهينو ڀهريان ڪان ووٽنگ جو ڪم شروع ٿي ويندو آهي. هر يونين ڪائونسل ۾ ڏهہ ڏينهن ڀهريائين بيلٽ باڪس رکيا ويندا آهن تہ جيئن اهڙا ماڻهو، جيڪي ڪنهن سبب جي ڪري اليڪشن جي ڏينهن ووٽ نہ ڏئي سگهن؛ مثال طور، ڪو ماڻهو ملڪ ڪان ٻاهر پيو وڃي، يا ڪنهن کي موڪل نہ پئي ملي يا اهي ماڻهو جن جي پولنگ مخالفن جي ڳوٺ ۾ آهي، وغيره وغيره، سي ووٽ ڏئي سگهن. هر بوٿ تي پولنگ هجي، جيڪا 400 ماڻهن ڪان مٿي نہ هجي.

آفيسر: مهرباني توهان جي! ڪنهن سچ چيو آهي تہ عوام جي مسئلن جو حل انهن وٽ ئي موجود هوندو آهي.



ڪرڙ: هل پيٽسان، ڪيڏي رش آهي! ماڻهو ته ڇُرن ئي نٿا. ٻه ڪلاڪ ٿي ويا آهن قطار ۾ بيٺي. ايڏي گرمي! ٻيلي مان هلان ٿو پيو.

خميسو: اڙي بيهه هتي، ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ پنهنجي ٻارن جي مستقبل جي لاءِ هڪ ٻن ڪلاڪن جي لاءِ اس ۾ بيهي نٿو سگهين؟ ٻنيءَ تي جڏهن ڪم ڪندو آهين ته اتي ڇا اي سي لڳل هوندي آهي؟

ڪرڙ: چڱو بابا، چوين ٿو ته نٿو وڃان. باقي مون کي خبر آهي ته منهنجي ووٽ سان منهنجي ٻارن جو مستقبل ناهي ٺهڻو. جيڪو مان پيو ڪريان، اُهي به اهو ئي ڪندا. اسان جي نصيب ۾ ته الله سائين اهو ئي ڪجهه لکي ڇڏيو آهي.

خميسو: تنهنجي سوچ ڏسي ڏاڍو ارمان ٿو ٿئي ادا ڪرڙ!

ڪرڙ: ڇو؟ ڇا غلط ڳالهه ڪئي اٿم؟ ڇا مان سچ نه پيو چوان؟

خميسو: تون سچ ته ڪونه پيو چوين. ها، باقي اندر جو اوبر ضرور



ڪڍين پيو. توکي تنهنجي ٻارن کان اهو ئي ڪم وٺڻو آهي، جيڪو تون ۽ تنهنجو پيءُ ڪندا آيا آهيو!

ڪرڙ: يار ڇڏ هاڻي، اهڙيون ڳالهيون ڪري رهندو ئي اندر پيو ساڙين.

خميسو: يار ڪرڙ مان اندر ڪونه پيو ساڙيانءِ. مان ته توکي سمجهائي رهيو آهيان. اسان آهيون سست ماڻهو. اهڙي ڪم کان لنوائيندا آهيون، جيڪو ڏکيو هجي. اڙي ٻنيءَ تي به اسان جون مايون اسان سان گڏجي ڪم ڪنديون آهن. شابس ته انهن کي آهي. گهر به سنڀالن، ٻارن کي به سنڀالن، ۽ پوءِ وري اسان جو به خيال ڪن. اسان پنهنجي غلطين ۽ خامين کي مڃيندا ئي ڪونه آهيون. ڪونه ڪو دشمن ڳولي لهندا آهيون. ڪڏهن نصيبن تي ڦٽڪار ته ڪڏهن سياستدانن تي ڏوهه، ڪڏهن وڏيرن تي ميار ته ڪڏهن الله سائين جي ناشڪري. بابا تون ڪڏهن الله سائين جي جوڙ ڏانهن به ڌيان ڌر. ننڍڙو ٻار جڏهن ڳالهائڻ لڳندو آهي ته هر شيءِ کي ڄاڻڻ جي لاءِ سوال ڪندو آهي ۽ اسان وري ان کي انهيءَ جي باري ۾ ٻڌائڻ جي بدران دڙڪا ڏيندا آهيون ته جيئن هو ڪجهه به ڄاڻي نه سگهي. پنهنجي ٻچي کي ته ناڪاره پنهنجي گهر کان ئي بڻائي ڇڏيندا آهيون. اسان ڪڏهن ڪنهن کان سوال ڪندا آهيون. ڪنهن جي گهر، ڪٿي ڇا ٿي رهيو آهي؟ ڪهڙو اميدوار ڪيڏاهن ويو؟ ڇو ويو؟ ان سان گڏ ٻيو ڪير هو؟ پوءِ ان تي تبصرو، اهو ئي ڪم رهجي ويو آهي اسان جو! اڙي بابا سوال نه پڇندؤ ته سڪندؤ ڪئين؟

ڪرڙ: يار کھڙيون پيو ڳالھيون ڪرين؟ ھاڻي ڏس نہ، الله سائين
مونکي ئي غريب ڇو ڪيو؟ ھي ڪھڙو انصاف آھي؟
جيڪڏھن ھو گھري ھا تہ اسان سڀني کي امير ڪري
ڇڏي ھا، ڀلا مان غلط پيو چوان؟
خميسو: پوءِ تہ اھو سوال بہ ڪري سگھجي ٿو تہ الله سائين اس ڇو
ناھي؟ جبل ۽ ريگستان ڇو ناھيا؟ چار مندون ڇو ناھيون؟
جيڪو اچي ٿو سو وڃي ڇو ٿو؟ جيڪڏھن تنھنجي نظر
سان ڏسان تہ پوءِ اھو سڀ ڪجھہ غلط آھي ۽ خود انسان
جو وجود بہ ۽ ھن دنيا جي تخليق بہ غلط نظر اچي ٿي.
جڏھن تہ ائين نہ آھي. مون کي پڪ آھي تہ انھيءَ باري ۾
تو نہ ڪڏھن سوچيو ھوندو ۽ نہ ئي ڪو سوال ڪيو
ھوندو. ھيءَ دنيا ھڪ مقرر ڪيل وقت تائين جي لاءِ پيدا
ڪئي وئي آھي. اسان سڀئي پڻ ھڪڙي مقرر وقت جي لاءِ
آيا آھيون. اصل دنيا تہ اڳتي آھي، جيڪا ھميشہ رھڻ
واري آھي. ھيءُ تہ امتحان جي جاءِ آھي. جيڪڏھن
سڀڪو امير ٿي وڃي ھا تہ ھرڪو اليڪشن ۾ اميدوار
بيھي ھا، ڪوبہ ڪم نہ ڪري ھا. ڪير ڪنھن سان نہ
ملي ھا تہ دنيا جو چرخو ڪيئن ھلي ھا؟
ڪرڙ: يار تنھنجي ڳالھہ ڪجھہ ڪجھہ مغز ۾ ويھي پئي.
خميسو: شڪر آ، ڏس، قطار بہ اڳتي وڌي رھي آھي. تنھنجو پٽ بہ
توسان گڏ آيو آھي. ھن توکان ڪي چار دفعا پڇيو تہ تون
اس ۾ ھن طرح ڇو بيٺو آھين؟ ڇاجي لاءِ بيٺو آھين؟ تہ تو
ان کي ڇڙٻيو پر ان جو جواب نہ ڏنو. ڇو؟
ڪرڙ: سچي ڳالھہ تہ اھا آھي تہ مون کي پاڻ بہ خبر نہ ھئي تہ



ايتري دير ڇو پئي ٿئي؟
خميسو: اھو تہ جواب ڏئي سگھين پيو نہ تہ ڇا لاءِ بيٺو آھين؟
جڏھن ٻارن کي تون بہ نہ ٻڌائيندين تہ پو ڪيئن ۽ ڀيو
ڪنھن کان سکندا؟
ڪرڙ: چڱو تون مون کي ٻڌاءِ تہ تون ووٽ ڪنھن کي ڏيندين؟ ۽
ٻيو سوال اھو تہ ھيءَ قطار ايترو آھستي اڳتي ڇو ٿي وڌي؟
خميسو: (مشڪندي) سوال ڪرڻ شروع ڪيا اٿئي؟ سٺي ڳالھہ
آھي. تنھنجي پھرين سوال جو جواب ھيءُ آھي تہ مان
آزاد اميدوار آصف کي ووٽ ڏيندس.
ڪرڙ: اڙي چريو ٿيو آھين ڇا؟ اھو ڪونہ کٽيندءِ. ڇو ٿو پنھنجو
ووٽ وڃائين؟ ڪنھن کٽڻ واري اميدوار کي ڏي تہ ڪو
فائدو بہ ٿئي.
خميسو: ٿوري دير پھريان ئي تہ تو چيو ھو تہ ووٽ سان ڪجھہ بہ
ڪونہ ٿيندو. منھنجا ٻار بہ اھو ئي ڪم ڪندا جيڪو
مان پيو ڪريان. ھاڻي وري پيو چوين تہ ووٽ کٽڻ وارن
کي ڏيان تہ جيئن ڪو فائدو ٿئي؟ تون پھريان صحيح
ھئين يا ھاڻي؟
ڪرڙ: (مٿو جھڪائيندي) اھو توھان پڙھيلن جو ئي ڪم آھي تہ
وار تان بہ کَلَ لاھي وٺندا آھيو.
خميسو: (کلندي) ھان! چئبو تہ وار جي کل بہ ھوندي آھي؟ مون
کي خبر ڪونہ ھئي. ٻيلي منھنجي ڄاڻ واڌائڻ جي لاءِ
تنھنجي مھرباني.
ڪرڙ: چڱو ھاڻي ڇڏ انھيءَ ڳالھہ کي، اھو ٻڌاءِ تہ آصف کي ووٽ
ڇا لاءِ ڏيندين؟

خميسو: ڪجهہ ڏينهن اڳ اسان جي ڳوٺ آيو هو. ڪو بہ ماڻهو
گهران ڪون نڪتو، ڇو جو هو اڪيلو هو. مون هن کي
ڏٺو ۽ پڇا ڪيم تہ هو ڇو آيو آهي؟ خبر پئي تہ چونڊن ۾
بيٺو آهي. مون تعليم کان وٺي سياست تائين انهيءَ سان
هر معاملي تي ڳالهايو ۽ هن انهن جا تسلي وارا جواب ڏنا.
هن کي خبر هئي تہ ڪيس ڇا ڪرڻو آهي. پر ان وٽ نہ تہ
ايترو پئسو هو جو ماڻهو ان سان گڏ هجن. جڏهن تہ جن
کي ڪا بہ خبر نہ آهي، تن وٽ پئسا بہ آهن ۽ ماڻهو بہ. مان
انهيءَ مان مطمئن آهيان تنهن ڪري ان کي ئي ووٽ
ڏيندس.

ڪرڙ: ڇا هو تنهنجي ووٽ سان کٽي ويندو؟

خميسو: ڀلي نہ کٽي، پر مان ووٽ ان کي ئي ڏئي رهيو آهيان،
جنهن کي مان صحيح سمجهي رهيو آهيان. اها ئي ڳالهہ
جيڪڏهن هر ڪو ماڻهو سوچي تہ چڱن ماڻهن کي اچڻ ۽
اسان جي تقدير کي بدلجڻ کان ڪير بہ روڪي سگهندو؟
جيڪڏهن هن نہ کٽيو تہ تنهنجون ۽ منهنجون حالتون ان
طرح سان ڪڏهن بہ نہ بدلبيون. تون کٽڻ وارن کي ووٽ
ڏيڻ کان پوءِ بہ اهڙو ئي رهندين ۽ مان صحيح ماڻهو کي
ڏيڻ کان پوءِ بہ. پر مان پنهنجو حق ۽ ذميداري کي صحيح
طرح سان ادا ڪندس.

ڪرڙ: ۽ هيءَ قطار ايترو آهستي آهستي ڇو پئي هلي؟

خميسو: اصل ۾ اسان سيني جا نالا ووٽر لسٽن ۾ آهن ۽ انهيءَ جي
اڳيان نمبر لڳل هوندو آهي. مثال طور، تنهنجو نمبر 117
تي آهي. ڪيترا ماڻهو رڳو شناختي ڪارڊ کڻي پهچندا



آهن، پر انهن کي پنهنجي نمبر جي خبر نہ هوندي آهي.
هاڻي 500 ماڻهن جي لسٽ مان انهيءَ جو نالو ڳولهڻو پوندو
آهي. اهڙي طرح هڪ ووٽ تي 10 کان 15 منٽ لڳي ويندا
آهن. مطلب تہ هڪ ڪلاڪ ۾ چار کان ڇهہ ووٽ
مشڪل سان ٿي سگهندا آهن. جيڪڏهن نمبر جي خبر
هجي ها تہ پنجن منٽن جي اندر ووٽ ٿي وڃي.

ڪرڙ: اڙي گهوڙا! مون بہ پنهنجو ووٽ نمبر ناهي پڇيو.

خميسو: الڪو نہ ڪر، مون وٺي ڇڏيو آهي. تنهنجو ووٽ نمبر
آهي 225!

ڪرڙ: مبارڪ هجئي خميسا!

خميسو: ڇا جي وري؟

ڪرڙ: آصف جا ٻہ ووٽ ٿي ويا. منهنجو ووٽ بہ آصف جو آهي!



جلسي ۾ جڏهن اميدوار پهتو تہ خبر پئي تہ ماڻهو ان کان ڏاڍو ناراض هئا. اهي ان کي ووٽ اصل نہ ڏيندا. اميدوار اسٽيج تي اچڻ سان ئي اعلان ڪيو تہ اڄ ڪابہ تقرير نہ ٿيندي. جيڪي ماڻهو ناراض آهن، سي اچ مون سان شڪايت ڪندا ۽ مان انهن جو جواب ڏيندس. جن ماڻهن جلسو رکيو هو سي پريشان ٿي ويا ۽ اميدوار کي سمجهائڻ لڳا تہ توهان اسان جي ڳوٺ ۾ آيا آهيو. پوءِ جيڪڏهن ڪنهن ڪا اڻوڻندڙ ڳالهہ ڪري ورتي تہ اسان جي بي عزتي ٿي ويندي، هتي اهڙي ڪابہ ريت نہ آهي تہ تقرير جي بدران سوالن جوابن جو سيشن ٿئي. اميدوار انهن کي سمجهايو تہ جيڪڏهن هو ڪجهہ بہ نہ ڳالهائيندو تہ پوءِ انهن جي ناراضگي ڪيئن ختم ٿيندي؟ آخر خبر تہ پوي تہ ڪهڙي ڳالهہ تي ناراض آهن. هڪ مائيڪ هيٺ پنڊال ۾ ڏني وئي.

پهريون ماڻهو: سائين منهنجو نالو سعيد آهي. الله ڏنو ڳوٺ جو رهندڙ آهيان. اسان جي سڄي ڳوٺ جا ماڻهو توهان کان



ناراض آهن ۽ ارادو ڪيو اٿائون تہ هن دفعي توهان کي ووٽ ڪونہ ڏينداسين.

اميدوار: ووٽ ڏيڻ توهان جو حق آهي. جنهن کي وڻيو تنهن کي ڏيو. مان توهان کي جهلي نٿو سگهان، باقي ناراضگيءَ جو سبب تہ ٻڌايو؟

سعيد: پهرين ڳالهہ تہ اها آهي تہ توهان کي جڏهن بہ فون ڪريون ٿا تہ توهان کڻو نٿا. ٻي ڳالهہ اها تہ مون پاڻ توهان کي رات جو ٻارهين بجي فون ڪئي هئي. لائن مين اسان جي ڳوٺ جي بجلي ڪٽي ڇڏي هئي. مون توهان کي لائن مين سان ڳالهائڻ لاءِ چيو تہ توهان مون کي چيو تہ صبح HESCO جي آفيس وڃان. توهان اسان جي ايتري تہ بي عزتي ڪئي جنهن جي ڪا حد ئي ناهي. تنهن ڪري اسان توهان کي ووٽ ڪونہ ڏينداسين.

اميدوار: ڏسو پهريان تہ مان توهان کي اهو چوندس تہ ووٽ ڏيڻ توهان جي ذميواري آهي. تنهن ڪري مهرباني ڪري ووٽ ضرور ڏجو. پوءِ ڀلي جنهن کي وڻيوَ تنهن کي ئي ڏيو. مان توهان وٽ ووٽ گهرڻ جي لاءِ ضرور ايندس، پر جيڪڏهن توهان کي لڳي ٿو تہ مان توهان جي خدمت نہ ڪري سگهيس، تہ ڀلي ڪنهن ٻئي کي ڏئي ڇڏيو. رهيا توهان جي سوالن جا جواب، تہ انهيءَ لاءِ منهنجو عرض آهي تہ ادا، توهان مون کي قانونسازي جي لاءِ موڪليو آهي. اڳئين دؤر ۾ مان وزير بہ رهيس. توهان جڏهن MPA ٿيندا آهيو تہ ڪنهن هڪ تڪ جا نمائيندا هوندا آهيو، پر جڏهن توهان وزير ٿيندا آهيو تہ سڄي صوبي جا وزير

هوندا آهيو. مون وٽ هر روز ٻه هزار ڪان وڌيڪ فون ڪالون ايندديون آهن. پوءِ جيڪڏهن مان انهن سڀني ڪالن جا جواب ڏيڻ ويهي رهان ته پوءِ ٻيو ڪوبه ڪم نه ڪري سگهندس. مان صبح ڪان وٺي شام تائين آفيس ۾ هوندو هئس. ٿوري تڪليف ڪري توهان ئي ڪٿي اتي اچو ها. آخر اتي به ته هزارين ماڻهو پنهنجا مسئلا ڪٿي ايندا هئا. انهن کي به ته ڏسڻو هوندو هو. ٻئي سوال جو جواب هي آهي ته ادا توهان لائن جو بل ادا نه ڪيو ۽ توهان مون کي چئي رهيا هئا ته مان وزير جي حيثيت سان لائن مين سان ڳالهايان ۽ ان کي نوڪري مان ڪيرائي ڇڏيان، ڇو جو هن توهان کي بجلي چوري ڪندي پڪڙيو هو. هڪ پاسي توهان بل نٿا ڏيو ٻئي پاسي حڪومت سان شڪايت ڪريو ٿا ته ڏهه ڪلاڪ بجلي ناهي هوندي، حڪومت ڪو آسمان مان ته پئسا نٿي آڻي. توهان جا ئي پئسا توهان تي خرچ ٿيندا آهن. پوءِ جيڪا شيءِ استعمال ڪريو ٿا، انهيءَ جا پئسا ته ڏيو نه بابا! جيڪڏهن توهان انهيءَ ڳالهه تي ووٽ ڏيڻ نٿا گهرو ته پوءِ ضرور اهڙي اميدوار کي ڏئي آڻيو جيڪو توهان جي هر حال ۾ مدد ڪري.

ٻيو ماڻهو: سائين هڪ دفعي مان توهان جي گهر توهان سان ملڻ آيو هئس. بس ڪو ڪم به ڪونه هو پر مونکي توهان جي نوڪرن اندر اچڻ ڪونه ڏنو. مان اجا اتي ئي ويٺو هيس ته ڪمشنر صاحب پنهنجي ڪجهه آفيسرن سان اتي اچي پهتو ته نوڪرن هڪدم دروازو کوليو ۽ هو اندر هليو ويو.



اسان توهان کي ووٽ به ڏيون ۽ توهان اسان سان هڪڙو منٽ لاءِ به نه مِلو! سو اسان توهان کي ووٽ ڪو نه ڏينداسين.

اميدوار: ادا مان جڏهن ڳوٺ ۾ هوندو آهيان ته صبح جو ائين بجي کان ٻاهين بجي تائين ماڻهن سان ملندو آهيان. ٻه ڪلاڪ آرام ڪان پوءِ ٽين ڪان پنجين بجي تائين توهان جي اسڪيمن جي باري ۾ آفيسرن سان بحث مباحثو ڪندو آهيان. پوءِ پنجن کان ائٺ ماڻهن سان ملندو آهيان. ان ڳالهه جي سڀني کي خبر آهي. پر توهان ڪنهن اهڙي وقت، اهو به رڳو ملڻ جي لاءِ ايندؤ سو به ان وقت جڏهن مان توهان جي اسڪيمن جي رپورٽ وٺي رهيو هجان، ته پوءِ اها به ڪا ناراضگيءَ جي ڳالهه آهي؟ جيڪڏهن توهان انهيءَ ڳالهه ۾ خوش آهيو ته مان سنو ڪم ڇڏي ڪري توهان سان ڳالهيون ڪندو رهان ته پوءِ ٺيڪ آهي. توهان مون کي ڪو به ڪم نه چئو مان سڄو ڏينهن توهان جي خدمت ۾ ويٺو هوندس.

ٽيون ماڻهو: سائين مان ماستر آهيان. پولنگ جي ڏينهن اسان ماسترئي توهان جي پولنگ سنڀاليندا آهيون. پر توهان ڪنهن جي چوڻ تي ته مان اسڪول ۾ پڙهايان نٿو، انڪوائري ڪرائي ڇڏي. تنهن ڪري مان توهان کي ووٽ ڪونه ڏيندس ۽ نه ئي توهان جي مدد ڪندس. جيڪڏهن اهڙيءَ طرح توهان سياست ڪندا ته هڪ ووٽ به نه ملندوَ.

چوٿون ماڻهو: سائين توهان منهنجي هڪ پٽ کي نوڪري ڏني.

نندو هاٽي ناراض ٿي ويو آهي. انهيءَ جي لاءِ مون درخواست ڏني هئي، پر توهان نہ ڏني هئي. منهنجي گهر ۾ تہ جهيڙو ٿي پيو آهي. انهيءَ کان تہ پلو هو تہ هڪ بہ نہ ڏيو ها.

پنجون ماڻهو: سائين دنيا جهان وارا نيڪا ڪٽي رهيا آهن. مون هڪ ڏينهن توهان کي روڊ جي نيڪي جي سفارش جي لاءِ چيو هو تہ توهان جواب ڏئي ڇڏيو. تنهن ڪري مان بہ توهان کي ووٽ ڪونہ ڏيندس.

ڇهون ماڻهو: سائين ووٽ وٺڻ جي وقت تہ توهان ڀاڪر پائي ملو ٿا، ان کان پوءِ تہ سڃاڻيندا بہ ڪونہ آهيو. هڪ ڏينهن مان رستي تي بيٺو هيس، توهان جي گاڏي اتان کان لنگهي، مون سلام ڪيو، توهان مون ڏانهن ڏٺو بہ ڪونہ. ڳالهين ۾ مصروف رهيا، مان بہ نٿو ڏيان ووٽ توهان کي.

ستون ماڻهو: سائين توهان ڪمزور انسان آهيو. توهان اسان جي حقن جي حفاظت نٿا ڪري سگهو. هڪ ڏينهن مون توهان کي چيو تہ فلاڻو آفيسر منهنجو ڪم نہ پيو ڪري، توهان ان کي سڏائي ان جي سيني ماڻهن جي سامهون بي عزتي ڪريو تہ جيئن آئينده هو منهنجو ڪم نہ روڪي. پر توهان تہ چوڪيدار کي بہ بيهي هٿ ملايو ٿا. توهان ڇا ڪندا؟ ڪورعبدار اميداوار هئڻ گهرجي.

اٺون اميدوار: سائين توهان مهرباني ڪئي ۽ اسان جي ڳوٺ ۾ اسڪول، بجلي، روڊ سڀ ڪجهہ ڏنو رڳو اسان جي گهٽي سي سي ٺيڪ ڪان رهجي وئي. ماڻهو ڪلن ٿا تہ ايترو ننڍڙو ڪم بہ نٿو ٿئي توهان جي نمائيندي ڪان. ڪهڙو فائدو



توهان کي ووٽ ڏيڻ جو؟

نائون اميدوار: سائين توهان اسان جا سڀئي ڪم ڪيا، پر اسان جي دشمن ڳوٺ کي جيڪا بجلي ڏني آهي نہ، انهيءَ ڪري اسان ڪنهن جي اڳيان ڪنڌ ڪٽي هلڻ جي قابل بہ نہ رهيا آهيون. شام جو انهن جي گهرن ۾ بلب ٻرندا آهن ۽ اسان جون دليون وسامي وينديون آهن.

ڏهون ماڻهو: قبلہ سڀي جهان وارن کي انڪم سپورٽ جا هزارين رپيا ملندا آهن. رڳو منهنجي ننهن کي ناهن ملندا. ويهہ ايڪڙ ٻني آهي اسان جي. غريب ماڻهو آهيون، منهنجي ڌيءَ ۽ ننهن ۾ سڄو ڏينهن جهيڙو پيو هلندو آهي. هوءَ منهنجي پٽ کي چوندي آهي تہ تنهنجي ڀيڻ کي ملن ٿا مون کي ڇو نٿا ملن؟ منهنجو گهر تہ تباهہ ٿي رهيو آهي.

اميدوار: بس بابا بس! مون کي تہ اندازو ئي ڪونہ هو تہ مون کو ايترا وڏا گناهہ ڪيا آهن. مان تہ سمجهي رهيو هوس، تہ مان توهان جي خدمت ڪندو رهيو آهيان. توهان جي ناراضگي جائز آهي. پڪ سان توهان جي ووٽ جو حقدار مان نہ، پر الطاف خان آهي! توهان جي وڏي مهرباني.



سومار: ادا پوءِ ڇا سوچيئي؟

ربو: ڇا جي باري ۾ ادا؟

سومار: يا ووٽ ڏيڻ جي باري ۾ بيو ڇا جي باري ۾؟

ربو: اڙي يار هينئر ڪھڙي تڪڙ آهي؟ اڃا بيھہ، اڃا هينئر تہ شروعات آهي. ڏسون تہ ڇا ٿو ٿئي.

سومار: ڇا مطلب، مون تنھنجي ڳالھہ نہ سمجهي.

ربو: اڙي بابا، تو جھڙا بيوقوف سمجهي بہ نٿا سگھن.

سومار: ڇڱو منھنجا سمجهدار ڀاءُ، اسان بيوقوفن کي بہ ڪٿي سمجهايو.

ربو: اڙي بابا، چونڊن جو وقت ئي تہ فائدو وارو وقت هوندو آهي. روز اسان اميدوار جي اوطاق تي ويندا سين. خبرون چارون وٺندا سين تہ ڪھڙو مضبوط اميدوار آهي. ماني، چانھہ پاڻي، سڀ ڪجھہ مفت ۾، ٻہ مهينا تہ بيو ڪو ڪم ئي نہ آهي.



سومار: ڇڱو تہ پوءِ ووٽ جو فيصلو تون ڪيئن ڪندين؟

ربو: هينئر تہ سيني کي حاضر حاضر چئبو ڪنهن ڏينهن ڪھڙي اميدوار سان تہ ڪنهن ڏينهن ڪھڙي اميدوار سان. بابا مفت ۾ سيئي علائقا گھمندا رهنداسين. سڄو سال هوٽل تي ويھي ويھي ٿڪجي پوندا آهيون. اها ئي تہ منڍ اچي ٿي مزو وٺڻ جي. ڇڱو هاڻي مونکي ڇڏ، تون ٻڌاءِ، تون ڪنهن کي ووٽ ڏيندين؟

سومار: ضمير کي!

ربو: اڙي، هيءَ وري ڪھڙي پارٽي آهي؟ هن کان اڳ تہ انهيءَ جو ڪڏهن نالو ئي ڪونہ ٻڌو اٿئون!

سومار: نہ مان پنھنجي ضمير جي آواز تي ووٽ ڏيندس. پھريان تہ جيڪو بہ ايندو، مان انهيءَ کان ان جي پارٽيءَ جو پروگرام پڇندس. گذريل دفعي ڇا پروگرام هو؟ ايندڙ پنجن سالن جي لاءِ ڇا پروگرام آهي؟

ربو: اڙي چريا! مون ڏٺو آهي تہ جيڪو چار جماعتون پڙهي ويو آهي نہ، اهو بلڪل پنڙي کان لهي ويو آهي. مولا جو ڪرم آهي جو مان ڪونہ پڙهيس. اڙي بابا اهو پروگرام وغيره سان اسان جو ڪھڙو واسطو؟ اسان کي تہ اهو ڏسڻ گھرجي تہ اسان کي ڇا فائدو آهي. بابا، ٻہ مهينا خوب کائو پيئو گھمو ڦرو، ٻارن ۽ دوستن کي بہ وٺي وڃو مفت جي ماني کائو. سيني کي دلاسا ڏيو آخر ۾ جيڪو اميدوار کٽي رهيو هجي، انهيءَ کي ووٽ ڏئي ڇڏيو ۽ پوءِ پورا پنج سال کٽڻ واري کي بيوقوف ڪندا رهو.
(سرٻاٽ ڪندي) تون منھنجو سٺو دوست آهين، انهيءَ

ڪري ٻڌائي رهيو آهيان. گذريل سال منهنجي ڀاءُ چوري ڪئي، پوليس پڪڙي ورتي ويس، مان سڌو پهتس ايم پي اي وٽ ۽ کيس چيم ته سائين اسان کي توهان کي ووٽ ڏيڻ جي سزا پئي ملي. مخالف منهنجي ڀاءُ کي ڪوڙي ڪيس ۾ ڦاسرايو آهي. جيڪو الزام لڳائي رهيو آهي سو مخالف جو خاص چمچو آهي. اڪثر ڪري ادي جي ۽ هن جي پاڙ ۾ منهن ماري به ٿيندي هئي. ڏاڍيون خراب گاريون ڏيندو هو. انهيءَ ڏينهن به ائين ئي ٿيو. توهان کي گاريون ڏئي رهيو هو. ادي کان سٺو نه ٿيو ته هن ڳچيءَ کان ڪٺي ورتس. مخالف چئي رهيو آهي ته منهنجي پاسي ٿيءُ، ڪيس ختم ڪرائيندو سانءِ. سائين اڳتي توهان جي مرضي آهي.

سومار: پوءِ؟

ربو: پوءِ ڇا؟ ايم پي اي ڊڄي ويو. هڪدم ايس ايڇ او کي فون ڪيائين ته هن کي ڇڏي ڏي، ٻيو ڇا ڪري ويچارو؟ اڙي يار، دنياداري ڪرڻي پوي ٿي بابا. نه ته دنيا کائي ويندي توکي. هاڻي ڏس نه، تون منهنجي ايترو سٺو دوست آهين، پر تو ڪڏهن به منهنجي چوڻ تي ووٽ ناهي ڏنو. بابا ڳوٺ وارا ڪيئن ڏيندا؟ مان جنهن اميدوار کي چوان ٿو ته منهنجا هزار ووٽ آهن ته اهي ويچارا مون کي هر وقت گڏ ڪٺي گهمندا رهندا آهن. انهيءَ کي چوندا اٿئي سياست! پنهنجا حال ته ڏس، تو وٽ ته ڪير اچي ويهڻ به پسند نٿو ڪري. هرڪوئي توکي ڏسي ئي پاسو ڦيرائي وڃي ٿو. هاڻي اهڙي ايمانداري جو ڪهڙو فائدو؟

سومار: صحيح ٿيو چوين دوست. اهو سامهون ڏس ڇا ٿيو نظر



اچي؟

ربو: اهي ته ڪتا آهن.

سومار: ۽ هن پاسي؟

ربو: ٻڪريون آهن! اڙي ڪهڙا ٿيو سوال ڪرين، ڳلَ ٽڙي وئي اٿئي ڇا؟

سومار: (مشڪندي) ڏس ته ڪتا هڪ جاءِ تي گڏ آهن. هر هڪ لنگهڻ واري تي ڀؤنڪن ٿا. ماڻهو انهن کان ڊڄن ٿا ته اهي انهن کي چڪ نه هڻن. جڏهن ڪو جانور مري وڃي ته مردار گوشت جي لاءِ هڪ ٻئي کي چَڪِڙَ لاءِ وڙهي پون ٿا. جڏهن ته اهو جانور ايترو ته وڏو هوندو آهي جو انهن سڀني جا پيٽ ڀرجي ويندا، پر پوءِ به هڪ ٻئي سان وڙهي پوندا آهن. ٻئي پاسي ٻڪرين کي ڏس، ڪيترو نه خاموشيءَ سان هڪ ٻئي سان گڏ لڳل گاهه کي کائي رهيون آهن. نه آواز نه جهيڙو. هرڪو ماڻهو ٻڪري جي ڦر سان پيار ڪرڻ گهري ٿو. انهيءَ جو مُلهه به آهي. ڪتي جي ڇا ۽ انهيءَ ڦر جي قيمت ڇا؟ هن کي ڏهن رپين ۾ به وٺندين؟

ربو: اڙي رول ڪتا آهن. اهي ته ڏهه رپيا به ڪونه لَهن.

سومار: وچ تنهنجا سڀئي دوست گڏ ٿي ويا آهن. شام جي ڪچهري جي لاءِ.

ربو: اڙي پر ڪتي ۽ ٻڪري جي ڳالهه ڪيئن آهي، سمجهه ۾ ڪونه آئي.

(ايتري ۾ ٻانگ اچڻ شروع ٿئي ٿي)

سومار: (نماز جي لاءِ اٿندي) تو ئي ته چيو ته مان چريو آهيان. چرين جون ڳالهيون ڪٿي سمجهه ۾ اينديون؟



نورو: پلي پلي ڪري آيا! سائين لک ٿورا توانجا، مون غريب جي اڱڻ تي پير ڏريا اٿوَ. اڙي اوڇورا! اڙي وڃو سڄي ڳوٺ وارن کي سڏي اچو. بابو ڪامريڊ رئيس احمد خان هالاڻي وارو صاحب آيو آهي. اڙي بابا اسان جي ڳوٺ جا ته ڀاڳ کلي ويا. اڙي ڇورا، ڪير، به ڪڏانهن نه وڃي. ٻين سيڻي کي به وٺي اچو.

نه سائين، نه، جتي نه لاهيو قبلا، هيڏانهن اچو آرام سان ويهو.

(ايتري دير ۾ ڳوٺ جا ماڻهو به گڏ ٿيڻ شروع ٿي وڃن ٿا. نورو اصل ۾ پنهنجو رعب ويهارڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي پنهنجي ڳوٺ جو وڏيرو ڏيکارڻ جي چڪر ۾ ڪنهن نه ڪنهن کي وٺي پيو ايندو هو)

نورو: اڙي يار وڃ! حاجي کي سڏي اچ. ڪو ته ماڻهو ڪامريڊ سان ڳالهائي به ته نه. اسان جاهل ماڻهو ڇا ڳالهه



ڪنداسين. يڄ ڇورا يڄ!

(ڪامريڊ ڪرسي تي ويٺو آهي. سڄي ڳوٺ جا ماڻهو زمين تي ويٺا يا بيٺا آهن. ٻه ڪرسيون ۽ هڪڙي کٽ رکيل آهي. هڪ ڪرسيءَ تي ڪامريڊ ويٺو آهي ٻي خالي پئي آهي. نورو بيهي ٻارن کي حڪم ڏئي رهيو آهي. ڪڏهن کٽ تي ويهي ته ڪڏهن بيهي ٿو. ايتري دير ۾ حاجي گهر کان ظاهر ٿئي ٿو ۽ سڌو نورو جي اوطاق تي پهچي ٿو. حاجي ڳوٺ جو هڪ سمجهه ڀريو ۽ خاموش طبعيت انسان آهي. ماڻهو انهيءَ تي سدائين فخر ڪندا ۽ ان کان مشورو وٺندا آهن)

حاجي: اسلام عليڪم!

(سڄي ڳوٺ وارن سان هٿ ملائي آخر ۾ ڪامريڊ سان اچي ملي ٿو ۽ هيٺ ويهڻ جي لاءِ جاءِ ڳولڻ شروع ڪري ٿو).

نورو: اڙي حاجي ادا مون کي گنهگار ڪري رهيو آهين. مٿي ويهو ڪامريڊ سان گڏ.

حاجي: نورو، ڪامريڊ توهان جو مهمان آهي. اسان جو به مهمان آهن. پر مان مهمان نه آهيان، تنهن ڪري مان پنهنجي ڀائرن سان گڏ ويهندس. ٿيڻ ته ائين گهربو هو ته توهان هيٺ ويهڻ جو انتظام ڪيو ها.

نورو: ها يار، بس جلدي ۾ نه ٿي سگهيو. خير، تون مٿي ويهه نه ادا.

حاجي: نه، مان هيٺ ئي صحيح آهيان. جيڪڏهن هيٺ ويهڻ جو مطلب گهٽتائي آهي ۽ مٿي ويهڻ جو مطلب برتري آهي ته مان پنهنجي ڳوٺ وارن جهڙو ئي آهيان. واڌائي يا ننڍائي،

هر ڳالهہ ۾ مان انهن جي برابر آهيان.
(هيءَ ڳالهہ ڪامريڊ کي چڱيءَ نہ لڳي. پر پنهنجي ڪاوڙ
کي وس ۾ ڪندي هيٺ اچي ويهي رهيو.)
ڪامريڊ: ڪا ڳالهہ نہ آهي نورا خان. هيٺ ويهڻ سان ڪوبہ فرق
نٿو پوي، الله تعالا مون کي عزت ڏني آهي. مان هيٺ ويهان
ٿو تہ منهنجي عزت ڪونہ گهٽبي، پر اجا بہ ٻين جي عزت
۾ واڌارو ٿيندو.
نورو: ادا حاجي، هي اسان جو دوست آهي، ڪامريڊ رئيس مير
احمد خان پالاٽي وارو آهن. هن مهرباني ڪئي آهي جو
اسان وٽ آيا آهن.
حاجي: سائين ڀلي ڪري آيا!
(ڪامريڊ گهڻو دير تائين ويهي نہ سگهيو ۽ يڪدم اٿي
بيٺو تقرير ڪرڻ جي لاءِ)
ڪامريڊ: مون کي نورو خان چوندو رهندو هو تہ ڪنهن ڏينهن
اسان جي ڳوٺ اچو ۽ اسان جي ماڻهن کي سياست جي
باري ۾ سمجهايو. اڄ مون سوچيو تہ نورو خان کي عزت
ڏيان.
دوستو! علائقي جو هر سياستدان منهنجو نالو ٻڌي ئي گهٻرائجي
ٿو. ماڻهن جا مسئلا کڻي ڪنهن بہ سياستدان جي گهر
پهچي ويندو آهيان، ڪنهن جي همت ناهي ٿيندي جو
اهو مون کي روڪي. مان سياستدانن کي ٻانهن کان وٺي
انهن کان غريبن جا مسئلا حل ڪرائيندو آهيان. مون کي
ڏسي ڪري اهي سيئي ڪم ڇڏي، پهريان منهنجو ڪم
ڪندا آهن. ائين ئي ڪوبہ آفيسر منهنجي ڪم کي



ناهي روڪيندو. مان دروازي کي لت هڻي کوليندو آهيان.
انهيءَ ئي وقت بيٺي بيٺي ڪم ڪرائيندو آهيان. اها ئي
همت ۽ جرئت هئڻ گهرجي هر ڪنهن ۾. توهان
سياستدانن کي ووٽ بہ ڏيندا آهيو ۽ توهان جو ڪوبہ
ڪم ناهي ٿيندو. جيڪڏهن توهان بہ مون وانگر
ڪامريڊ بڻجي ويندؤ تہ ڏسندؤ تہ سياستدان ڪيئن نہ ٿا
توهان جي پيرن تي ڪرن.
(حاجيءَ ڏانهن ڏسندي) ڪي ماڻهو شاعري جا ڪتاب
پڙهي پنهنجو پاڻ کي وڏو داناءُ سمجهڻ لڳندا آهن، ۽
گندگي ۾ ليٽيڙي گندگي کي صاف ڪرڻ جي صلاح ڏيندا
آهن. جيستائين هن ملڪ ۾ خوني انقلاب نہ ايندو،
تيستائين توهان ماڻهن جي قسمت نہ بدلبي. جيڪڏهن
مون جهڙو نمائندو توهان جو هجي ها تہ پوءِ توهان ڏسو ها
تہ مان آفيسر کي ڳچيءَ کان وٺي توهان جا ڪم ڪرايان
ها. ڪجهہ ماڻهو پنهنجي ڪمزوريءَ کي شرافت جو
لباس پهرائيندا آهن. اسان جي وچ ۾ بہ اهڙا ماڻهو هوندا.
اهڙن مڪارن کان هوشيار رهو. جيڪڏهن توهان مون کي
چئو تہ مان اڄ ئي چونڊ ۾ بيهڻ جو اعلان ڪريان ٿو. پوءِ
ڏسان تہ ڪهڙو ماءُ جو لال توهان جو ڪم نٿو ڪري.
چئو ڇا ٿا چئو؟
(سيئي هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳن ٿا. ڪچهري جلسي ۾
بدلجي وئي. نورو ويچارو پريشان حال، سمجهہ ۾ نٿي
آيس تہ ڇا چوي. اهڙي ڪا ڳالهہ بہ ڪونہ هئي. پوءِ
مشڪل وقت وانگر نوري بہ حاجي کان مدد گهري)

نورو: ادا حاجي توهان ئي ٻڌايو تہ ڇا ڪريون؟

حاجي: جيڪا توهان جي مرضي.

ڳوٺ وارا: ادا حاجي توهان سمجهہ ڀريا آهيو، توهان ئي ٻڌايو تہ ڇا ڪريون؟

(هاڻي حاجيءَ کي ان جو جواب ڏيڻو هو. حاجي صاحب تقرير ڪرڻ جي لاءِ بيهي رهيو)

حاجي: سڀ ساراهہ الله جي لاءِ آهي. توهان ڪامريڊ جو جواب ڏيڻ جي لاءِ مون کي چونڊيو. اهو ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ توهان کي مون تي پڪ ۽ ڀروسو ۽ اعتماد آهي. اهو يقين ۽ ڀروسو مون کي ورثي ۾ ڪونہ مليو آهي. نہ رومي ٽوپي پائڻ سان مليو آهي ۽ نہ تنبورو وڄائڻ سان مليو. مون اهو يقين ڪمايو آهي. ڪجهہ بہ گهرڻ کان پهريان ڏيڻ ضروري هوندو آهي. مثال طور خدا تي انهيءَ جي باوجود يقين ڪرڻ جو هو ڏسڻ ۾ بہ نٿو اچي، ڪيئن يقين ڪري ورتو توهان؟ جڏهن سج، چنڊ، هوا، سردي، گرمي، انسان جو پيدا ٿيڻ وغيره. وري مري وڃڻ، اهو انهيءَ ڳالهہ جو دليل آهي تہ ڪو آهي، جيڪو انهن سڀني تي قدرت رکي ٿو. اها ڳالهہ اسان جي مشاهدي سان ثابت ٿي تہ هر ڪم جي پويان ڪو نہ ڪو آهي، ڪامريڊ جو مطلب آهي، دوست. پر هتي ڪامريڊ انهيءَ کي سمجهيو ويندو آهي، جيڪو ڪنهن جي عزت نہ ڪري ۽ پنهنجي تهذيب کان گهڻو ڏور هجي. جيئن ڪمزور ۽ شرافت جي وچ ۾ فرق آهي ائين ئي دليري ۽ بدمعاشيءَ ۾ بہ فرق آهي، اجا بہ ائين جيئن هڪ بندوق محافظ جي هٿ ۾ هجي ۽ بي وري



چور جي هٿ ۾. شيءِ تہ هڪڙي ئي آهي ۽ مقصد جدا جدا. دنيا جي تاريخ کولي پڙهو، ڪنهن بہ علائقي جا اصل وارث سدائين محبت ڪرڻ وارا ۽ پنهنجي تهذيب ۽ مٽيءَ سان واڳيل هوندا آهن. سنڌ جو مزاج لطيف آهي، هٽلر نہ آهي. عزت حاصل ڪرڻ جي لاءِ پهريون سامهون واري کي عزت ڏيڻي پوندي آهي. احتجاج جا بہ طريقا هوندا آهن ۽ راءِ جي اختلاف جا پڻ. جيڪڏهن دروازي کي لت هڻي کولڻ دليري آهي تہ اهڙي دليري توهان کي نبيهہ هجي. ڪنهن جو پنهنجي ماڻهن سان گڏ ويهڻ گپ ۾ ليٽڙڻ جي برابر آهي تہ مان انهيءَ ڳالهہ تي ڪجهہ بہ نہ چوندس. هائو باقي چوڻ واري جي لاءِ راءِ ضرور قائم ڪندس. سياستدان جيڪڏهن ڪم نٿو ڪري تہ انهيءَ جو بہ هڪڙو طريقہ ڪار آهي. اسان ڪنهن ٻئي کي ووٽ ڏئي ڪري، پنهنجو احتجاج رڪارڊ ڪرائينداسين. الله تعاليٰ جهانن جو پالڻهار آهي، رڳو مسلمانن جو پالڻهار نہ آهي. اسلام انسانيت جو سبق ڏئي ٿو. تنهن ڪري خوني انقلاب جي سنڌ ۾ ڪابہ ضرورت نہ آهي. ضرورت رڳو قانون تي عمل ڪرڻ جي آهي ۽ هر ڪنهن کي هڪ نظر سان ڏسڻ جي. ڪامريڊ جو مطلب دوست ۽ رئيس پنهنجي علائقي جي زميندار جي لاءِ استعمال ٿيندو آهي. احمد جو مطلب ۽ خان جو لقب وچ ايشيا ۾ انهن ماڻهن کي ڏنو ويندو هو جيڪي جنگين ۾ يا پنهنجي ماڻهن جي لاءِ وڏا ڪم ڪندا هئا. جڏهن نالي ۾ ئي ايترو وڏو فرق آهي، تہ شخصيت ۾ ڪيترو هوندو؟ ووٽ بہ توهان جو

آهي ۽ انهيءَ کي ڏيڻ جو فيصلو پڻ. اسان جي علائقي ۾ ڇوڪرين جو اسڪول اٺين درجي تائين آهي. مان ته انهيءَ کي ووٽ ڏيندس جيڪو ڇوڪرين جي اسڪول کي ٻارهين تائين ڪرائڻ جو واعدو ڪندو ۽ اسان جي اسپتال ۾ 24 ڪلاڪن جي لاءِ ڊاڪٽر جي موجودگي ۽ صحيح علاج جو واعدو ڪندو.

(سيئي ماڻهو ٻيهي رهيا ۽ چوڻ لڳا، اسان توهان کي ووٽ ڪونه ڏينداسين، اسان به انهيءَ کي ئي ووٽ ڏيندا سين جيڪو اسان جا ذاتي نه، پر گڏيل ڀلائيءَ جا ڪم ڪندو)



## ڪهاڻي – 18



اليڪشن ڪميشن جي انهيءَ اعلان ته اليڪشن ۾ مخصوص رقم خرچ ڪئي ويندي کان پوءِ، هڪ پڙهيل لکيل وچولي طبقي جي ماڻهوءَ، جيڪو گهڻو سمجهه ڀريو مدبر ۽ سياسي سمجهه رکندڙ ۽ پنهنجي علائقي ۾ سماجي ڪمن جي ڪري ڪافي مشهور هو ۽ دوستن جو هڪ وڏو حلقو رکندڙ هو، پنهنجي ڪيترن ئي دوستن جي زور ڀرڻ تي ته پئسن جو انتظام اسان گڏجي ڪنداسين، اليڪشن ۾ فارم ڀرايو ۽ اليڪشن جي تيارين ۾ مصروف ٿي ويو. هڪ ڏينهن.....

ڀهريون ماڻهو: سائين قبلا، خوش آهيو؟ منهنجو نالو امام بخش آهي. مون ٽيون ڏينهن توهان جي تقرير ٻڌي... ماڻهو حيران ٿي ويا. تڏهن کان وٺي هن وقت تائين توهان جون ئي ڳالهيون ٿي رهيون آهن.

اميدوار: ادا مهرباني توهانجي.

امام بخش: سائين اسان جي يو سي جهلوري ۾ ڪيترائي ماڻث رهندا آهن. چار هزار ووٽ انشاءَ الله توهان مون کان وٺجو.

اميدوار: ڇا سچ پچ؟ پوءِ ته ڪٽڻ جي وڏي اميد آهي!

امام بخش: بلڪل توهان بي فڪر ٿي وڃو. پر ٿورو خرچ ٿيندو.

اميدوار: هان، چڱو ڀلا ڪيترو؟

امام بخش: هڪ نئين گاڏي کپي مون کي ته جيئن مان ماڻهن وٽ وڃي انهن کي توهان جي باري ۾ ٻڌائي سگهان. ٻيو اهو ته جيڪڏهن ڏهه ويهه هزار روڪ ملي وڃن ته پنئن ٻارنهن. باقي اليڪشن جي ڏينهن ووٽر کي ماني ٽڪي ۽ پنهنجي پولنگ تي وٺي وڃڻ جو خرچ الڳ ٿيندو.

اميدوار: پر امام بخش ادا، مون وٽ ايترا پئسا ته ڪونه ٿيندا. مون کي اليڪشن کٽي توهان ماڻهن جا ڪم ڪرائڻا آهن، پنهنجي لاءِ پئسا ته گڏ ناهن ڪرڻا. توهان کي خبر آهي ته مان هيترن سالن کان وٺي پنهنجي علائقي جي سماجي خدمت ڪري رهيو آهيان. توهان منهنجي ڪم کان به واقف آهيو.

امام بخش: سائين اها ڳالهه ته ٺيڪ آهي، پر خرچ ته ٿيندو نه. چڱو سياڻي ايندس توهان وٽ، مون کي پوءِ ٻڌائجو نه ته اهي چار هزار ووٽ هليا ويندا.

ٻيو ماڻهو: سائين ڇا ڳالهه آهي؟ توهان ته روايتي سياستدانن کي لوڏي ڇڏيو آهي. ماڻهن ۾ توهان جو ئي ڇوٻول لڳو پيو آهي. هن دفعي ته وڏيرن جي سياست ختم ٿي وئي. توهان جهڙا نوجوان ايندا ته هن ملڪ جي قسمت ئي بدلجي ويندي. اسان توهان سان گڏ آهيون.

اميدوار: مهرباني سائين، توهان جو تعارف؟

ٻيو ماڻهو: منهنجو نالو رزاق آهي. مان صحافي آهيان. اسان جي اداري جون چار اخبارون ۽ به ٽي وي چينل آهن. رات مون توهان جي ٽِڪر هلرائي هئي. توهان ڏٺي هوندي؟



نه مان چونڊ مهم ۾ مصروف هيس، توهان جي پٺڀرائيءَ جي لاءِ مهرباني.

رزاق: سائين توهان جو انٽرويو وڻٺو آهي. مٿان کان حڪم مليل آهي ته وچولي طبقي ۾ پڙهيل لکيل ماڻهن جي پٺڀرائي ڪرڻي آهي، منهنجو به وچولي طبقي سان تعلق آهي.

اميدوار: توهان جي ۽ توهان جي اداري جي مهرباني. هيءَ وٺو منهنجي پروگرام جي ڪاپي، توهان پڙهي انهيءَ کي ماڻهن تائين پهچائجو.

(رزاق بنا ڏسڻ جي ڪاپي کي بغل ۾ هڻندي هڪڙو ڪاغذ اميدوار ڏانهن وڌائي ٿو)

اميدوار: هيءُ ڇاهي؟

رزاق: سائين هيءُ اسان جو اليڪشن پئڪيج آهي. توهان سڀ کان گهٽ 50000 وارو پئڪيج وٺو. انهيءَ سان توهان جا چار جلسا ڪوَر ٿي ويندا ۽ الڪيشن تائين ٽڪرس هلندا رهندا.

اميدوار: پر رزاق، توهان کي ته خبر آهي ته مون وٽ ايترا پئسا ڪونه آهن. هينئر ته توهان چئي رهيا هئا توهان جو ادارو اسان ۾ اسان جهڙن جي پٺڀرائي ڪندو آهي؟

رزاق: اها ڳالهه ته صحيح آهي، پر اداري کي به ته هلائڻو آهي نه سائين. ادارو هلندو ته غريبن جي خدمت به ٿيندي نه.

اميدوار: اميرن جي پئسن مان غريبن جي مدد ڪيئن ٿيندي؟ منهنجو مطلب آهي ته جڏهن توهان جا پئڪيج مون جهڙا خريد نه ڪري سگهندا ۽ امير ماڻهو لکين رپيا توهان کي ڏيندا ته عام ماڻهوءَ جو آواز ڪيئن ٻڌڻ ۾

ايندو؟

رزاق: مون کي توهان سان همدردي آهي، پر اسان جون ٻه مجبوريون آهن. اسان جا ادارا ڪمرشل آهن ۽ انهن کي هلائڻ لاءِ پئسو ته گهرجي نه سائين. توهان سوچي سمجهي ٻن ٽن ڏينهن ۾ ٻڌائجو.

(ائين چار پنج صحافي ٻئي ٻه پئڪيج ڏئي ڪري وڃن ٿا)

(ٻه ماڻهو اميدوار جي گهر وٽان لنگهي رهيا هوندا آهن)

پهريون: (سرائيڪيءَ ۾) هلو ٿورو هن اميدوار جي خبر چار وٺي اچون.

ٻيو: چڏ يار، ڇو پيا وقت وڃايون؟ ماني جو وقت ٿي رهيو آهي. رئيس گلاب خان جي گهر ڪُڪڙ ۽ ٻيا ڪيترا ئي کاڌا هوندا. هيءُ اسان وانگر ڪنگلو ڇانهن ٻه ڪوڪ پياري سگهندو.

(اميدوار اتفاق سان ويجهو کان ئي لنگهي رهيو هو. هن انهن جون ڳالهيون ٻڌي ورتيون. شام جو اميدوار هڪ جلسو رکيو هو)

اميدوار: (جلسي سان خطاب ڪندي) دوستو! مان توهان جو ٿورائتو آهيان جو توهان منهنجي همٿ افزائي ڪئي ۽ اڄ مون کي ٻڌڻ ٻه آيا آهيو. پر هنن پندرنهن ڏينهن ۾، مان سمجهي ويو آهيان ته مان توهان جي خدمت جي قابل نه آهيان. مان توهان جو وقت ۽ پنهنجي محبتي يارن جي حلال ڪمائي کي بيڪار ڪرڻ نٿو گهران. تنهن ڪري مان اليڪشن ۾ حصو وٺڻ تان هٿ کڻان ٿو. توهان جي



وقت ۽ محبتن جي مهرباني.

(شام جو رزاق هن خبر جي ٽِڪر هن طرح هلرائي ٿو: فلاڻي اميدوار لکين ماڻهن جي ميڙ کي خطاب ڪندي رئيس گلاب خان جي حق ۾ هٿ کڻڻ جو اعلان ڪيو ۽ ان جي اڳواڻيءَ تي ڀروسو ڪندي ماڻهن کي گلاب خان کي ووٽ ڏيڻ جي درخواست ڪئي!)



محمد حسن: اڙي ادا، ڪير آهيو توهان؟ ڇو پيا هن تاريخي ماڳ جي پٿين کي خراب ڪريو؟

پهريون ماڻهو: اڙي هل هتان، پنهنجي ڪم سان ڪم رک!

محمد حسن: مون پنهنجي ڪم سان ئي ته ڪم رکيو آهي. اهو اسان جو تاريخي ورثو آهي. هن جي پٿين تي نه لکو نه ته مان وڏيري شمشير کي دانهن ڏيندس.

پهريون ماڻهو: ٺيڪ آ ٺيڪ آ، وڃي چئوان کي. هاڻي ٽر هتان.

ٻيو ماڻهو: اڙي بابا، اسان رئيس شمشير جا ماڻهو ئي ته آهيون. ان جي لاءِ ئي ته هتي نعرا لکي رهيا آهيون.

محمد حسن: پر هيءَ پٽ ته تاريخي آهي. توهان هن کي خراب ڇو پيا ڪريو؟ ٻيون به ته ڪوڙ ساريون جايون آهن. اهو سامهون رئيس شمشير جو ڪارخانو آهي. بابا انهيءَ تي لکو نه.

ٽيون ماڻهو: صاحب جي ڪروڙن جي ملڪيت کي ائين خراب



ڪري ڇڏيون؟ ڪل ته ناهي ٽڙي تنهنجي؟

محمد حسن: ته پوءِ هيءُ ورثو لا وارث آهي ڇا؟

چوٿون ماڻهو: اڙي هاڻي بڪ بڪ ڇڏ. ٽر هتان، نه ته بندوق ڏسين ٿو نه؟ تنهنجي لاءِ مون کي رڳو 30 رپين جو ڪاردوس (ڪارتوس) خرچ ڪرڻو پوندو. چڱو هاڻي ٽر هتان، نه ته...

(انهيءَ بحث مباحثي جي دوران اوسي پاسي جا نوجوان به گڏ ٿيڻ شروع ٿي وڃن ٿا. ڪي ٿورا نوجوان همٿ ڪري پٽ جي سامهون وڃي بيهي رهن ٿا. اهو ڏسي محمد حسن جو حوصلو به وڌي ٿو. اتفاق سان رئيس شمشير جو قافلو به اتان لنگهي ٿو ۽ باقي ماڻهو رستو روڪي بيهي رهن ٿا.

رئيس شمشير: ڇا ڳالهه آهي بابا؟ خير ته آهي نه؟ رستو ڇو روڪيو اٿوَ؟

محمد حسن: (اڳتي وڌندي) رئيس توهان جا ماڻهو بدمعاشي تي لهي آيا آهن. مون انهن کي رڳو ايترو چيو ته هن تاريخي ماڳ کي خراب نه ڪريو. ٿورن ڏينهن جي ته ڳالهه آهي. اليڪشن ته ختم ٿي ويندي، پر هيءُ اسان جو ورثو آهي. هن جي پٿين تي نه لکو. پر هي ضد ڪري بيٺا آهن. مون کي ڌمڪيون ڏئي رهيا آهن. توهان جو هيءُ ماڻهو ڌمڪيون ڏيندي چوي پيو ته سندس ٽيهه روپين جو ڪاتوس ضايع ٿيندو. پر رئيس اسان جا ٽيهه به ضايع نه ٿيندا. جيڪڏهن توهان اسان جي مٿان گوليون هلائيندؤ ته اسان گوليءَ جو جواب ووٽ سان ڏينداسين. هيءَ عزت ۽ ٺٺ ٺانگر اسان جي ڪري اٿوَ. توهان کي پنهنجو

كارخانو تہ پيارو آهي، پر اهو ورثو نہ آهي. كارخانو جيكڏهن توهان جي ملكيت آهي تہ هيءَ عمارت اسان جي قومي ملكيت آهي. تون هلاءِ گوليون. انهيءَ جي بدلي ۾ اسان ووٽ هلائيندا سين.

(اهو ٻڌي رئيس جي پيرن هيٺان ڇڻ تہ زمين كسكي وئي. يكدم پنهنجي ماڻهن كي گاريون ڏيڻ شروع كيائين)

رئيس شمشير: محمد حسن، مان توهان كان معافي ٿو گهران. منهنجي ماڻهن جي غلطي آهي. مان انهن كي سڌو كريان ٿو. اهو رڳو توهان جو ئي نہ پر منهنجو بہ ورثو آهي. مان واعدو كريان ٿو تہ نہ رڳو پنهنجن ماڻهن كي، پر كنهن جي بہ ماڻهن كي هن تي هكڙو لفظ بہ لكڻ كونہ ڏيندس. مون كي معاف كريو. هلو مان توهان جي ئي ڳوٺ وڃي رهيو هيس. اچ مون سان گڏ گاڏي ۾ ويهہ.







نبو: كريم پٽ، هيڏانهن اچ!

كريم: جي چاچا!

نبو: پُٽ! شريف ٻڌائي پيو تہ اڄ ماستر اسكول ۾ توهان كي اليكشن راند كيڏائي؟ اها كهڙي راند هئي؟ ماسترن كي پڙهائڻ جو شوق بہ آهي يا نہ؟ پهريان تہ ماستر ايندا كونہ هئا، هاڻي هيءَ اچي ٿو تہ وري راندين ۾ لڳائي ڇڏيو اٿس ٻارن كي.

كريم: نہ چاچا! هيءَ ماستر تہ ڏاڍو ڀلو آهي. مون اهڙو ماستر تہ زندگيءَ ۾ بہ كونہ ڏٺو. هنن ٻن مهينن ۾ ٻارن كي تہ اصل بدلائي ڇڏيو اٿس.

نبو: هائو تون تہ چوندين، پڙهڻ جو شوق تہ اٿئي كونہ، راندين ۾ تنهنجي دل هونئن بہ گهڻي لڳي. اڙي ڇا ماستر كي خبر نہ آهي تہ اسكول ۾ پڙهائي ٿيڻ گهرجي؟ ٻارن جو جڏهن ووٽ ئي كونهي تہ پوءِ انهيءَ راند كيڏائڻ جو كهڙو

فائدو؟

ڪريم: چاچا! ماسٽر صاحب چوي ٿو تہ اسڪول رڳو تعليم پرائڻ جي جاءِ نہ آهي، پر سکڻ جي جاءِ پڻ آهي. ماءُ پيءُ کان پوءِ استاد اهو ماڻهو آهي، جيڪو ٻار جي شخصيت کي سنواريندو يا بگاڙيندو آهي. علم، عمل کان سواءِ بيڪار آهي. توهان گاڏي هلائڻ جا لکين طريقا ڀلي ڪتابن پڙهو پر جيستائين توهان ڊرائيونگ سيٽ تي نہ ويهندؤ سکي ڪونہ سگهندؤ. ماءُ پيءُ ٻارن کي ڳالهائڻ، وڏن جي عزت ڪرڻ ۽ سٺي ۽ خراب ۾ سڃاڻ ڪرڻ سيکاريندا آهن. استاد توهان کي ديني ۽ دنياوي علم سان گڏوگڏ توهان جي ذهني صلاحيتن کي اجاگر ڪندو آهي. هر ماڻهو پيدائشي طور تي ڪنهن نہ ڪنهن ميدان ۾ چڱو هوندو آهي. اهو استاد جو ڪمال آهي تہ هو انهيءَ جي صلاحيتن کي سڃاڻي ۽ مستقبل جي لاءِ تيار ڪري.

نبو: ماسٽر ڳالهيون وڏيون ڪري ٿو وڃي، پٽي چڱيءَ طرح سان پڪي ڪرائي اٿس توهان کي. پر مان اهو پڇي رهيو هيس تہ اليڪشن واري راند سان توهان جون صلاحيتون ڪيئن اجاگر ٿينديون؟ ووٽ ڏيڻ بہ ڪا صلاحيت آهي؟ اڙي هرڪو جاهل ماڻهو بہ ووٽ ڏئي ويندو آهي. انهيءَ ۾ ڪهڙي عربي فارسي آهي؟

ڪريم: چاچا! ماسٽر صاحب هڪ دفعي قصو ٻڌايو تہ هڪ فيڪٽري جي انجڻ ۾ ڪا خرابي ٿي وئي. مالڪ مستريءَ کي گهرايو. هن هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو هڪڙي نٽ تي هٿوڙو هنيائين ۽ مشين ٺيڪ ٿي وئي. هن ڏهہ هزارن جو



بل ٺاهي موڪليو. مالڪ پڇيو تہ هڪڙي نٽ تي هٿورو هڻڻ جا ڏهہ هزار!؟ تہ هن جواب ڏنس تہ هٿوڙو هڻڻ جا ڏهہ روپيا ۽ 9990 رپيا خرابي کي ڳولڻ جا. اهڙي طرح ووٽ ڏيڻ ۽ صحيح اميدوار کي ووٽ ڏيڻ ۾ وڏو فرق هوندو آهي.

نبو: وڏيو ڳالهيون سيکاري ڇڏيون آهن ماسٽر توهان کي! واتڙيو ٿي پيو آهين. لڳي ٿو تہ وڏو ٿي ڪامريڊ ٿيندين. مون جيڪو پڇيو مانءِ انهيءَ جو جواب ڪونہ ڏنئي، باقي هيڏانهن هوڏانهن جون اجايون ڳالهيون جلديءَ ۾ ڪري ورتئي.

ڪريم: چاچا، انسان جي فطرت ۾ آهي تہ اهو مثالن سان سٺي نموني سمجهي سگهندو آهي. قرآن پاڪ ۾ بہ الله سائين مثال ڏئي ڪري انسان کي سمجهايو آهي. خير، مان توهان کي سڌيءَ طرح سمجهايان ٿو. پر هڪ ٻن مثالن سان.

(مشڪندي) اسان ڪنهن بہ سٺي ڪم کي انگريزن سان لاڳو ڪندا آهيون. مثال طور جيڪڏهن ڪو وقت تي اچي تہ ان کي انگريز چوندا آهيون. جيڪڏهن ايماندار آهي، تڏهن بہ انگريز آهي. اسان جي ذهن ۾ هيءَ ڳالهہ ويٺي آهي تہ ڪو بہ سٺو ڪم رڳو انگريز ئي ڪري سگهي ٿو. توهان جيڪڏهن انگريزن جي ملڪ ۾ هليا وڃو ۽ ڪنهن آفيس يا عجائب گهر جي سامهون ماڻهن کي ڏسو تہ اهي ڊگهي قطار ۾ خاموشيءَ سان پنهنجي واري جو انتظار ڪندا آهن. اسان وٽ ائين ناهي. ڇو؟ ڇو تہ

انهن کي اسکول ۾ قطار ناهڻ سيکاري ويندي آهي. انهن جي زندگيءَ ۾ وقت جي اهميت ۽ زندگيءَ جا اصول اسکول ۾ سيکاريا ويندا آهن. پوءِ جڏهن اهي عملي زندگيءَ ۾ ايندا آهن ته اهي انهن ئي اصولن تي عمل ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح سٺا معاشرا ٺهندا آهن. اسان وٽ، اسان سياستدانن کي ته گهٽ وڌ ڳالهائيندا آهيون، پر هئي ڏينهن پنهنجي بيڪار پٽ جي درخواست کڻي پهچي ويندا آهيون ته هن ئي کڻي ماستر ئي ڪرايو. جڏهن اسان پنهنجي ووٽن جي قيمت اهڙيءَ طرح وصول ڪنداسين ته معاشرا ڇا ٺهندا؟
جيئن ته اليڪشن جو وقت آهي ۽ هر جاءِ تي اليڪشن جون ڳالهيون ٿي رهيون آهن، ته ماستر صاحب چيو ته اسان به هڪ مشق ڪريون ٿا ته اليڪشن ڪيئن ٿيندي آهي؟ اهڙيءَ طرح اسان سيئي ٻار اليڪشن ڪميشن کان وٺي ڪري، سٺي اميدوار جي کڻن تائين سڀ ڪجهه سمجهي ويا آهيون. هاڻي اسان کي ڪنهن کان سکڻ جي ضرورت نه آهي. اڄ کان اٺن سالن کان پوءِ جڏهن اسان ووٽ ڏيڻ جي لائق ٿينداسين ته اسان توهان وانگر فيصلا ڪونه ڪنداسين، اسان پنهنجو پاڻ مان پڙهيل لکيل ۽ سمجهه ڀريا نوجوان چونڊينداسين.
(پوءِ ٿهڪ ڏيندي) اڇا به توهان جي سوچ موجب انگريز کي چونڊينداسين!



سيد عرفان علي شاهه سنڌ جي معروف رضوي سادات سلسلي مان، ميان شاهه عنايت رضوي نصرپور واري جي خاندان سان تعلق رکي ٿو. انهيءَ نسبت سان هن خاندان کي ”شاهه پوٽا“ يعني شاهه عنايت جي اولاد به سڏيو ويندو آهي. سندس ڏاڏو حاجي وڏل شاهه عرف حاجي امام بخش شاهه ٿرپارڪر ضلعي جو مشهور سياستدان هو. سندس والد غلام حيدر شاهه سياست ۾ سرگرم ته نه هو پر پنهنجي علائقي جو وڏو سخي مرد زميندار ليکيو ويندو هو. اهڙي طرح هن خاندان سياست توڙي شاعريءَ ۾ وڏو نالو ڪمايو.

سيد عرفان شاهه جو ڳوٺ ميرپورخاص کان 16 ڪلوميٽر جي فاصلي تي پراڻ ”درياهه“ جي ڪناري تي آهي. هن گريجوئيشن سنڌ يونيورسٽيءَ مان ۽ پوسٽ گريجوئيشن ڪراچيءَ مان مارڪيٽنگ ايڊمنسٽريشن ۾ ڪئي، سال 2002ع ۾ عملي سياست جو آغاز ڪيائين ۽ گڏوگڏ مختلف اخبارن ۾ سياسي ۽ سماجي صورتحال سان لاڳاپيل ڪالم پڻ لکندو رهيو. ساڳئي سال هو ميرپورخاص مان پ پ پ جي ٽڪيٽ تي ايم پي اي چونڊيو ويو ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پهچي ان جي تعليم واري اسٽينڊنگ ڪميٽي جو چيئرمين به رهيو. پارٽي چيئرمين شهيد محترمه بينظير ڀٽو کيس پارٽيءَ جي پاليسي پلاننگ، منشور ڪميٽي ۽ لائزن ڪميٽي سنڌ جو ميمبر پڻ منتخب ڪيو هو.

هو 10 سالن کان ڪالم لکي رهيو آهي ۽ هي سندس فڪشن تي پهريون ڪتاب آهي جيڪو هن ووٽن جي مند ۾ نهايت مختصر وقت ۾ لکي ووٽن بابت جاڳرتا ۽ شعور کي سگهارو ڪرڻ لاءِ پنهنجو قلمي حق نڀايو آهي. هو وڌيڪ ڪتابن تي به ڪم ڪري رهيو آهي ۽ اميد آهي ته هو پنهنجين لکڻين سان ساڳئي طرح جاڳرتا ۽ شعور وڌائڻ ۾ پنهنجي حصي جي ذميواري نڀائيندو رهندو.

**اياز مهر**